# نئين زندگي

اپريل ١٩٧٢ع



سلور جبلي سال



## سنڌ اسيمبليءَ جي عمارت

سنڌ جي گادي ڪراچيءَ ۾، سنڌ اسيمبليءَ جي شاندار عمارت، جنهن ۾ چوويهن سالن کان پوءِ وري، ٢-مئي ١٩٧٢ع کان سنڌ اسيمبليءَ جو اجلاس ٿي رهيو آهي. سنڌ جي بمبئيءَ کان الڳ ٿيڻ بعد، سنڌ اسيمبلي پهريون ڀيرو ١٩٣٧ع ۾ وجود ۾ آئي. ان جو پهريون اجلاس ڪراچيءَ جي هاءِ ڪورٽ واريءَ سنڌ-بلوچستان هاءِ ڪورٽ واريءَ عظيم عمارت ۾ ٿيو، جيڪا اُن وقت سنڌ جي چيف ڪورٽ جي عمارت هئي. ان بعد، ١٩٤٠ع ۾، سنڌ اسيمبليءَ جي هيءَ عمارت ٺهي. اسيمبلي-هال کان سواءِ، منجهس اسپيڪر، ڊپٽي اسپيڪر، پارليامينٽري سيڪريٽري ۽ سنڌ سرڪار جي وزيرن جون آفيسون آهن. ورهاڱي کان پوءِ اها عمارت پاڪستان جي دستورساز اسيمبليءَ کي ڏني وئي، ۽ سنڌ اسيمبليءَ جا اجلاس، بندر روڊ تي، اين.جي.وي. هاءِ اسڪول جي عمارت جي هڪ حصي ۾ ٿيڻ لڳا. ١٩٥٤ع ۾، سنڌ اسيمبليءَ جو آخري اجلاس حيدرآباد جي سيشن ڪورٽ واريءَ بلڊنگ جي دربار هال ۾ ٿيو، جتي ون يونٽ وارو منحوس ٺهراءُ بحال ڪري، سنڌ اسيمبليءَ پاڻ کي ختم ڪري ڇڏيو. ١-جولاءِ ١٩٧٠ع تي ون يونٽ ختم ٿيو ته سنڌ اسيمبليءَ جي هيءَ عمارت سنڌ سيڪريٽريٽ لاءِ خالي ڪرائي وئي. پاڪستان ٺهڻ بعد، چوويهن سالن کان پوءِ، سنڌ اسيمبلي وري پنهنجيءَ اصلوڪيءَ عمارت ۾ اجلاس ڪري رهي آهي.

# نئين زندگي

ايڊيٽر
شمشيرالحيدري

جائنٽ ايڊيٽر
محمد موسيٰ سومرو

اشاعت جو پنجويهون سال
اپريل، ١٩٧٢ع

ناشر: پاڪستان پبليڪيشنس
پوسٽ باڪس ١٨٣، ڪراچي.
قيمت ٥٠ پئسا

## فهرست


| | | |
|---|---|---|
| حال احوال | - ش. ح. | ٢ |
| **مضمون ۽ مقالا** | | |
| سماجي انصاف جو مثالي معاشرو | - عمرالدين "بيدار" | ٣ |
| سکر جو ماضي ۽ حال | - سليم هالائي | ٩ |
| ٿر ۽ اُن جا ماڻهو | - فيض محمد سومرو | ٤٩ |
| ٿر جا ميلا | - عبدالڪريم پلي | ٥٣ |
| جنگ جا ڏتڙيل ٿري | - مسڪين جهان خان کوسو | ٥٦ |
| ٿرپارڪر جو ارضياتي جائزو | - غلام مصطفيٰ ٻگهيو | ٦٠ |
| سنڌ جي قديم ذاتين جو تذڪرو: قسط ٤ | - چاڪر محمد سلطان راهوجا | ٦٢ |
| عوامي شاعر، محمد ابراهيم "منشي" | - ادارو | ٧٥ |
| سڏارا ۽ واڪارا | - عزيزالرحمان ٻگهيو | ٦٦ |
| پاڪستان ۾ آئيني جدوجهد | - شاهه بخش عباسي * | ٧١ |
| **افسانا** | | |
| ڳهاون ڳهوٽ ڪيو | - فيروزالدين "احساس" | ١٤ |
| سمنڊ ۽ هڪ اڪيلو روح | - شوڪت حسين | ٢٢ |
| ويچارن جون وِيرون | - عبدالحق عالماڻي | ٣١ |
| هڪ ديسي عشق جو داستان | - امر جليل | ٣٩ |
| **نظم** | | ٥-٨ |
| هن شهر جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي! | - عبدالڪريم "گدائي" | |
| دلڙي آهه اداس | - سردار علي شاهه "ذاڪر" | |


* گذريل مارچ، ١٩٧٢ع واري پرچي ۾، "انقلابي سڏارا" (ص ٤) واري مضمون جي ليکڪ جو نالو، غلطيءَ وچان، "شاهه محمد عباسي" ڇپجي ويو آهي. اهو نالو درست ڪري "شاهه بخش عباسي" پڙهندا. — ادارو.




۲۱-اپريل ۱۹۷۲ع، جمعي جي ڏينهن کان، ملڪ ۾ مارشل لا جو ڪارو راڄ ختم ٿي ويو. چوڏهين کان سترهين اپريل تائين، پاڪستان جي سياسي تاريخ ۾ پهريون ڀيرو عوام جي عيوضين جي چونڊيل قومي اسيمبلي گڏ ٿي، جنهن ملڪ لاءِ ڪچي آئين جي منظوري ڏني، جيڪو ۲۱-اپريل کان لاڳو ٿي ويو. ان ريت، پاڪستان ۾ پهريون ڀيرو آئيني حڪومت قائم ٿي آهي. قومي اسيمبلي وري ۱۴-آگسٽ تي پڪي آئين جي منظوريءَ لاءِ گڏ ٿيندي. گذريل پنجويهن سالن دوران، ڪڏهن به عوام کي سڌيءَ طرح پنهنجن عيوضين چونڊڻ جو موقعو نه ڏنو ويو، ۽ نه ئي ڪين ملڪ لاءِ آئين جوڙڻ جو ڪو وجهه مليو. ويهن سالن کان وڏيڪ عرصي تائين ملڪ جي واڳ پرسارن ۽ فوجي آپيشاهن جي هٿ ۾ رهي، جن ملڪ ۾ ڏنڊي ۽ ڏهڪاءَ جو راڄ ڪڙو ڪري ڏنو، ون يونٽ ٺاهيو، ماڻهن کي ٻه ڀيرا جنگ جي ڀُوهي ۾ ڏنو، لکين انسانن جو ڪوس ڪرايو، عوام جا بنيادي حق غصب ڪيا، محب وطن اڳواڻن کي غدار ۽ ڪافر ڪوٺي جيلن ۾ وڌو، اخبارن، رسالن ۽ ڪتابن تي بندشون وڌيون، ۽ ملڪ کي ڀرڏيهي ناٿي تي وڪڻي ڇڏيو. انهيءَ سموري پس منظر ۾، ۲۱-اپريل ۱۹۷۲ع جو ڏينهن بيشڪ ڀلارو آهي، جڏهن فوجي آپيشاهي ۽ مارشل لا جي ڪاري راڄ جو انت آيو، ملڪ ۾ آئيني سرشتو شروع ٿيو، ۽ حڪومت جي واڳ عوام جي سڌيءَ طرح چونڊيل عيوضين جي اسيمبلين وٽ آئي آهي.

صدر ذوالفقار علي ڀٽي، ساڳئي ڏينهن، عوام جي چونڊيل صدر جي حيثيت سان، قومي اسيمبليءَ جي منظور ڪيل آئين هيٺ، قسم کنيو. ايندڙ ۲-مئي تي صوبائي اسيمبلين جا اجلاس به ٿي رهيا آهن. ان ريت، جمهوري سرشتي هيٺ جيڪي عوامي سرگرميون شروع ٿي رهيون آهن، سي عام زندگيءَ جي سمورن پاسن تي بنيادي اثر وجهنديون. مارشل لا جي ڀُوسٽ هاڻي نه رهي آهي، عوام وٽ پنهنجا عيوضي موجود آهن، ماحول جي آزاديءَ ۾ وڏيڪ اعتماد ۽ اتحاد، حوصلي ۽ محنت سان اسين پنهنجون تخليقي ۽ تعميري صلاحيتون ۽ سرگرميون اڳتي وڌائي سگهون ٿا. هرڪنهن کي هاڻي نئين انداز سان سوچڻ ۽ ڪم ڪرڻ کپي. عوامي ۽ اجتماعي ڪاروبار لاءِ هرهڪ فرد جي الڳ اهميت آهي، تنهن ۾ اتحاد ۽ رابطو آڻي، قوم ۽ ملڪ کي مضبوط ۽ آسودو بنائي سگهجي ٿو. اسانجن اديبن ۽ شاعرن، استادن ۽ شاگردن، صحافين ۽ سگهڙن کي کپي ته پاڻ ۾ گڏجي، جمهوري قدرن کي وڌائڻ جو وڏو ڪم هٿ ۾ کڻن. — ش.ح.

# سماجي انصاف جو مثالي معاشرو

## حضور جن جي عملي تعليم جي روشنيءَ ۾

عمرالدين "بيدار"

حضور اڪرم صلي الله عليہ و سلم جن هن ڌرتيءَ تي اهڙو تہ سچو ۽ انصاف وارو سماج پنهنجي عمل سان رائج ڪري ڏيکاريو جو اڄ تائين انهيءَ کي هڪ مثال ڪري چاتو وڃي ٿو؛ بلڪ اڪثر ڪري انساني معاشرا بار بار اها ڪوشش ڪندا رهندا آهن تہ جيڪر اهڙو ئي معاشرو وري هڪ ڀيرو وجود ۾ اچي سگهي تہ انسانيت جا ڏک دور ٿي وڃن.

حضور جن جي معاشري جو وجود، خاص طرح سڳورن جي اعليٰ رهنمائيءَ ۾ سندن تيار ڪيل مخلص ڪارڪنن (اصحابن) جي وسيلي قائم ٿيو. جيڪڏهن اهڙو هڏ ڏوکي ۽ همدرد سماج قائم ڪرڻو آهي تہ انسانن کي وري پاڻ ۾ محمدي اوصاف جي جهلڪ ڏيکارڻي پوندي. جيتوڻيڪ زباني دعوائون بار بار ڪيون پيون وڃن تہ هڪ ڀيرو اسلامي معاشرو قائم ڪرڻ گهرجي، پر پاڻ سڳورن جي اخلاق حسنہ جي پيرويءَ کان سواءِ هر تمنا بيسود ثابت ٿيندي.

حضور صلعم جن جي پيروي ڪرڻ ۾ سندن عملي زندگيءَ تي هلڻ لاءِ الله تعاليٰ خود تاڪيد فرمايو تہ جيئن زندگيءَ جي هر شعبي ۾ حق ۽ انصاف جو دور اچي. قرآن مجيد چوي ٿو:

"بيشڪ توهان لاءِ رسول الله جي سيرت ۾ عمدو نمونو آهي."

پاڻ سڳورن پنهنجي نيڪ اخلاق ۽ ڪردار وسيلي ماڻهن سان انصاف ۽ هڪجهڙائي وارو رويو اختيار ڪيو، ۽ انهيءَ ڪري ئي الله تعاليٰ پڻ حضور جن جي پيرويءَ کي محبت ۽ ميٽا جو معيار ۽ وسيلو ٺهرايو:

"اي نبي، ايمان وارن کي ٻڌاءِ تہ جيڪڏهن الله سان محبت رکو ٿا تہ منهنجي پيروي ڪريو، الله اوهان سان محبت ڪندو."

سندن عملي زندگي سڀني سٺين خصلتن جو مجموعو هئي. سندن حاڪم توڙي محڪوم، امير توڙي فقير، شاهوڪار توڙي غريب، سرمائيدار توڙي مزدور، مجاهد توڙي عابد، مطلب تہ سڀني قسمن جي ماڻهن لاءِ اعليٰ رهنمائيءَ جو مثال ٿي پيش ٿئي ٿي. ۽ سندن تعليم جو سڀ کان بهترين نمونو "عملي زندگيءَ" ۾ آهي.

اسلامي انصاف واري سماج جي تڪميل ۾

صرف نيڪ عمليءَ سان ٿي سگهي ٿي. چو ته قرآن ۾، ايمان سان گڏوگڏ، نيڪ عمل جو شرط لڳايل آهي.

ان طرح حضور جن پورهئي کي سڀ کان عمدو ڪم سڏيو آهي. پاڻ فرمايائون ته روزيءَ جي مڙني ذريعن مان سڀ کان وڌيڪ سٺو ذريعو هٿ سان ڪمايل روزي آهي.

پاڻ سڳورن مسلمانن کي مساوات ۽ هڪٻئي سان برابريءَ سان ورتاءُ ڪرڻ بابت تاڪيد ڪيو آهي. پاڻ سڳورا اڪثر ڪري اصحابن ۾ اهڙيءَ ريت ويهندا هئا جو ڪو نئون آيل شخص کين سڃاڻڻ ۾ مشڪلات محسوس ڪندو هو.

محنت ڪرڻ ۽ برابريءَ سان ورتاءُ ڪرڻ کي پاڻ هميشه پسند ڪندا هئا. هڪ موقعي تي، هڪ جهنگ ۾ ڪجهه اصحاب گڏجي کاڌو تيار ڪري رهيا هئا ته حضور جن به ساڻن ان ڪم ۾ برابر حصو ورتو. ماني تيار ڪرڻ لاءِ هرهڪ صحابيءَ ڪجهه نه ڪجهه ڪم مقرر ڪري کنيو. اصحابن جي بيحد روڪڻ تي به پاڻ سڳورن ڪاٺيون ميڙي گڏ ڪيون، ۽ ڪلي فرمايائون : "اي انسانو، هيءُ ڪم اسان سڀني جو آهي، پوءِ آءٌ الڳ ڇو رهان؟"

جڏهن مڪي جي ڪافرن مديني تي ڪاهه ڪئي هئي، تڏهن مديني وارن شهر جي پاهران هڪ کاهي کوٽڻ جو انتظام ڪيو. حضور جن سان گڏجي اصحابن کاهي کوٽڻ شروع ڪئي، ته پاڻ سڳورن به زمين جو هڪ حصو مقرر ڪري کنيو ۽ پنهنجن هٿن سان ان حصي تي خندق کوٽيائون.

اهڙيءَ ريت، حضور جن مسلمانن کي برابريءَ واري ورتاءَ رکڻ ذريعي انصاف تي مبني معاشرو تعمير ڪرڻ جو رستو ڏيکاريو. جنهن معاشري ۾ ڪير ڪنهن تي ناجائز دٻاءُ وجهي نٿي سگهيو، ۽ نه وري ڪير ڪنهن جو حق ڦٻائي ٿي سگهيو. حضور جن پنهنجيءَ امت کي اهو ٿي سبق ڏنو ته جنهن ڪنهن به ماڻهوءَ جي ذهن کي صدمو نه رسي ۽ ڪير به ڪنهن کان پاڻ کي گهٽ نه سمجهي. ائين به نه ٿئي جو ڪو غريب ۽ مسڪين شخص دلشڪستو ٿي پوي، يا ڪا طبقاتي چڪتاڻ منهن ڪڍي، نه وري ڪو طبقو پنهنجيءَ ثقافتي ۽ علمي فوقيت جي ڪري ڪنهن گهٽ ترقييافته حصي جا حق ڦٻائڻ جي همت ڪري سگهي. بلڪ سڀ کان بهتر ۽ سڀ کان چڱو انهيءَ ماڻهوءَ کي ليکيو ويو، جيڪو ٻين لاءِ چڱو ۽ اخلاقي طور بهتر هجي. ان ريت، پاڻ سماجي انصاف جو عملي طور هڪ بهترين ۽ مثالي معاشرو قائم ڪري ڏيکاريائون. حضور جن جي قائم ڪيل معاشري ۾ هر قسم جو استحصال ۽ بيقاعدگي ختم ٿي چڪي هئي. نه ڪنهن کي ڪنهن جي قوميت ۽ علاقائيت ختم ڪرڻ جو اختيار هو.

[ باقي صفحي ٧٠ تي ]

عبدالڪريم ”گدائي“

## هن شهر جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي!

ڇا مهر ڀريا هت ماڻهو هئا، هر دل ۾ راڄ هو الفت جو،
هن شهر جي ماڻهن جي دل ۾، هو نالو نه هرگز نفرت جو،
هڪبئي جا درد ونڊيندا هئا، هي شهر هو شهر محبت جو:
هن شهر جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي!

هن شهر جا ماڻهو مور هئا، ڇا سورهيه هئا شهزور هئا،
سي ماڪيءَ کان ڀي مٺڙا هئا، همدرد هئا، چت چور هئا،
جي ويل ڏکي ڪا ايندي هئي، هڪبئي تي ٿيندا گهور هئا:
هن شهر جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي!

ڪا نفرت جي ديوار نه هئي، سڀ پاڻ ۾ کير ۽ کنڊ هئا،
هر دل ۾ پيار جي چانڊوڪي، هي ماڻهو چوڏهينءَ چنڊ هئا،
هرڪنهن وٽ پيار جو سودو هو، سڀ هڪبئي جا دلبند هئا:
هن شهر جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي!

ڪو زنگ نه ذاتين پاتين جو، سڀ الفت سان سرشار هئا،
ڪوڪوڙ ڪپٽ جو نالو نه هو، سڀ ساٿي هئا، غمخوار هئا،
هر ڏک سک ۾، هر مشڪل ۾، سڀ هڪبئي جا غمخوار هئا:
هن شهر جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي!

ساوڻ ۾ پيرن ٻڌي هيٺان، هت ڇا ڇوياريون ٿينديون هيون،
ڇا ڏينهن سهاڻا هوندا هئا، ڇا راتيون پياريون ٿينديون هيون،
ڇا ناچ ۽ ڳانا ٿيندا هئا، ڇا موج بهاريون ٿينديون هيون:
هن شهر جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي!

هت ٻيڙهه جي گهاٽ پوساڻن ۾، ڇا واهه تي پڳتيون لڳنديون هيون،
مندرن وٽ پپلن جي هيٺان، ڪئين مست جوانيون ملنديون هيون،
ڇا نور عجب سان ٽلنديون هيون، ٽهڪن ۾ گهنٽيون وڄنديون هيون:
هن شهر جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي!

هُت هوليءَ جي ٿهوارن تي، ڇا رنگ رچايا ويندا هئا،
سؤ روپ سجايا ويندا هئا، سؤ سانگ بڻايا ويندا هئا،
ڇا رنگ تماشا ٿيندا هئا، ڇا ساز وڄايا ويندا هئا:
هن شهر جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي!

هت چيٽ جي پورنماسيءَ جو، ڪئين ٽولا ٽلندا ايندا هئا،
۽ واهه جي ڪومل واريءَ تي، گهوريون ۽ پلهاڙا ٿيندا هئا،
سڀ گڏجي ڪڏندا ايندا هئا، ۽ کلندا ڪڏندا ويندا هئا:
هن شهر جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي!

سنسان گهٽين ۾ راتين جو، هت ڪئين افسانا ٿيندا هئا،
ڪنهن ڪنڌ پاسي، ڪنهن وڻ هيٺان، ڪي پاڇا ڇُرندا پُرندا هئا،
خاموش نگهه سان هڪٻئي کي، ڪجهه ڏيندا هئا، ڪجهه وٺندا هئا:
هن شهر جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي!

هن شهر جي ماڻهن جي دل ۾، ڪو ڪينو هو نه ڪدورت هئي،
هو پريم ۽ پيار جو راڄ رکو، هڪٻئي جي لاءِ محبت هئي،
هي پاڻ ۾ رسندا ٿيندا هئا، پر دل ۾ ڪاٻه نه نفرت هئي:
هن شهر جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي!

هڪ ڏينهن مگر طوفان آيو، هن شهر جي صورت مٽجي وئي،
هڪٻئي تي ڀروسو ڪين رهيو، ۽ مهر محبت گهٽجي وئي،
انسان ۾ ڀرجي زهر ويو، دل ڪوڙ ڪپٽ سان ڪٽجي وئي:
هن شهر جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي!

ڪو اهڙو اوکو واءُ لڳو، ويو پيڙو پرزا پرزا ٿي،
تختو نه مليو ڪو تختي سان، ويو ماڻهو ٽڪرا ٽڪرا ٿي،
ڪوڪاڙي ويو، ڪوڪاڙي ويو، هيءَ ڌرتي ڀاڱا ڀاڱا ٿي:
هن شهر جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي!

سڀ صديون وارا ساٿ ويا، هن شهر جو روپ نه رنگ رهيو،
سڀ رشتا ناتا ڪچا ويا، هر دل ۾ باقي زنگ رهيو،
هن شهر جو پهرينءَ وارو سو، نا اوج رهيو، نه امنگ رهيو:
هن شهر جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي!

هي شهر ته ساڳيو شهر آهي، پر مهر محبت ڪانه رهي،
ڪو اهڙو زهر پريو ويو جو، ڪنهن ۾ به مروت ڪانه رهي،
هن شهر جي ساٿين جي دل ۾، ڪا ميٺ محبت ڪانه رهي:
هن شهر جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي!

اي ڪاش "گدائي"، وقت اچي، هن شهر جو ساڳيو رنگ ٿئي،
انسان مان غير وڃي نڪري، ۽ ساڳيو اوج امنگ ٿئي،
ڪو پيار ۽ پريت جو دور اچي، ۽ دُور دُوئيءَ جو زنگ ٿئي:
هي شهر ته ساڳيو شهر آهي.

سردار علي شاهه "ذاڪر"

## دلڙي آهه اداس

هر من کي راحت راس،
مگر هيءَ دلڙي آهه اداس.
بسنت رت جي آئي ٿي وئي ساوڪ ۽ سرهائي،
وڻن ٽڻن ٻوٽن تي موٽي مست جواني آئي،
گلن ڍڪيا صد رنگ جا چولا، مکڙين لال لباس—
مگر هيءَ دلڙي آهه اداس.

ٽلڙيءَ منڙيءَ هير تي هرکي مور نچن مستانا،
وڻ وڻ جي ٽاريءَ تي ٽپڪي، ڳائن طير ترانا،
ڪوئل ڪوهياري آلاپي، بلبل پيم پلاس—
مگر هيءَ دلڙي آهه اداس.

ننڍڙا نينگر راجا-راڻيءَ واري راند رچائن،
هڪڙي ٻار کي راڻي، ٻئي کي ان جو راڻ ٻڌائن،
اهڙيءَ ريت ڪرڻ ٿا ٻالڪ روپ-ننگر کي راس —
مگر هيءَ دلڙي آهه اداس.

سرنهه جي وڻ جي هيٺان سرتيون ڪيچ خوشيءَ جا ڳائن،
سُرها تيل مکين وارن کي، سينڌ کي سندر لائن،
ان جي گلن مان خوب وٺي ٿي هرڪا وينگس واس —
مگر هيءَ دلڙي آهه اداس.

ڪونجون روز قطارون ڏاهي روهه طرف ٿيون راهي،
پنهنجي پرين جي سڪ ۾ سوگهيون، ڪين ڪٽن ٿيون ساهي،
پيرت پکين کي وچي پُڄايو اکڇني ۾ آڪاس —
مگر هيءَ دلڙي آهه اداس.

ٿر ۾ روجهه رهن ٿا راضي، آهُو مست مدام،
جهنگ ۾ شير، نهر ۽ چيتا، سرهه جبل ۾ جام،
ڪنهن کي دشمن جو ڊپ ڊاءُ، نہ ڪنهن کي هول هراس —
مگر هيءَ دلڙي آهه اداس.

قرب جي ڪفني ڍڪي قلندر در در ڦيرا پائن،
وحدت واري ٻولي ٻولن، سڪ جا ساز سڻائن،
پنهنجي مُک مان اوتن موتي، هيرا ۽ الماس —
مگر هيءَ دلڙي آهه اداس.

وڇڙيي جنهن کي ورهيه ٿيا، سو واڳ وطن ڏي واري،
ٻاجهه ڪري ٻانهيءَ تي ان جا بگڙيل ڀاڳ سنواري،
محب ٿئي مهمان، بدلجي قسمت جو قرطاس —
اها ئي آهه اندر جي آس،
متي شل آڳو هيءَ ارداس!

# سکر جو ماضي ۽ حال

سليم هالائي

"سکر" خالص سنڌي زبان جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي سٺو، وڏيءَ ساک وارو، ۽ پاڪ وارو.

سکر جو شهر اٽڪل ست سؤ سال قبل مسيح سنڌو درياهه جي ساڄي ڪپ تي آباد ٿيو، ۽ قديم روايتن موجب پنهنجي مهذب ۽ متمدن باشندن ۽ باغات سبب مشهور ٿيو. قديم سکر اڄڪلهه پراڻي سکر جي نالي سان سڏجي ٿو. موجوده سکر ماضيءَ جي سکر جو قبرستان هو، جتي هاڻي صرف ٻه قديم عمارتون، معصوم شاهه جو منارو ۽ مسجد منزلگاهه، اڃا قائم آهن.

۱۸۳۸ع ۾ جڏهن پهرين افغان لڙائي لڳي، تڏهن هندستان جي وائسراءِ لارڊ آڪلينڊ، اليگزينڊر برنس کي خيرپور جي والي مير رستم خان ڏانهن جاسوس طور موڪليو ۽ مطالبو ڪيو ته بکر جو قلعو سندن حوالي ڪيو وڃي، انهيءَ لاءِ ته انگريز فوج کي ڪابل تي چڙهائيءَ جي سهولت ٿئي. نواب بهاولپور ۽ راجا جيسلمير اڳي ئي انگريزن جا مطالبا قبول ڪري چڪا هئا، تنهنڪري مير رستم خان کي هيءُ مطالبو مجبوراً قبول ڪرڻو پيو. بکر جو قلعو ليفٽيننٽ جان جيڪب جي حوالي ڪيو ويو، جنهن سکر ۾ فوجي ڇانوڻي مقرر ڪئي.

بکر ۽ سکر جي تاريخ تقريباً ساڳي آهي، تنهنڪري اِهو ممڪن ئي نه آهي ته بکر جا حالات بيان ڪندي سکر جا حالات بيان نه ڏين، يا سکر جا حالات بيان ڪندي بکر جو احوال نظرانداز ڪيو وڃي. بکر قديم دور ۾ هڪ اهم قلعو هو، جو ٽي سؤ گز ڊگهو ۽ اَٺ سؤ گز ويڪرو هو، ۽ سنڌو درياهه جي سطح کان ۲۵ فوٽ مٿي ٽڪريءَ تي هو. سندس ٻه دروازا هئا، جن مان هڪ سکر ڏانهن ۽ ٻيو روهڙيءَ ڏانهن هو.

بکر جي قلعي تي قبضي ڪرڻ بعد، موجين سکر جي موجوده پهاڙيءَ تي بيرڪون ٺهرايون ۽ فوجي عملدارن لاءِ سکر ٽاور جي نزديڪ بنگلا تعمير ڪرايا، ۽ روهڙيءَ جي هندو واپارين هتي ڪجهه دڪان کوليا. ۱۸۳۹ع ۾ سکر جي آدمشماري ٽن هزارن کان مٿي نه هئي. ۱۸۴۳ع ۾ جڏهن سر چارلس نيپئر سنڌ جي ٽالپرن کي شڪست ڏئي حڪمران ٿيو، تڏهن بکر قلعي کي سياسي قيدين جو جيلخانو بڻايو ويو.

"ويڙهائڻ ۽ حڪومت ڪرڻ" جي پراڻي برطانوي سياست جي زيراثر، مير عليمراد ان پنهنجي وڏي ڀاءُ مير رستم خان جي خلاف بغاوت ڪئي. مير عليمراد خان، بلوچ قبيلن جي مقابلي انگريزن جي مدد ڪئي. اهڙيءَ طرح،





مير عليمراد خان جي مدد سان، سر چارلس نيپئر مير رستم خان کي شڪست ڏني ۽ مير عليمراد خان کي خيرپور ميرس جو والي بنايو.

۱۸۴۶ع ۾، ليفٽيننٽ ڪرنل اسڪاٽ سکر جي مشهور لائڊ براج جي اسڪيم تيار ڪئي.

۱۸۵۸ع ۾، سنڌ جي ڪمشنر سر بارٽر فريئر جي زماني ۾، ڪراچيءَ ۽ ڪوٽڙيءَ جي درميان ريلوي لائين لڳائي وئي. انهيءَ زماني ۾ "اِنڊس فلوٽيلا ڪمپنيءَ" جا بار ڪشندڙ دريائي جهاز ڪراچي، ڪوٽڙي، ملتان ۽ شيرشاهه جي رستي سکر ايندا هئا، ۽ سکر جو موجوده ميونسپل هال دريائي جهازن جي رهنمائيءَ لاءِ اشاريگاهه (signal-house) طور استعمال ٿيندو هو.

۱۸۵۹ع ۾، سکر ۾ پهريون انگلو ورنيڪيولر اسڪول قائم ٿيو. وري ٻيءَ افغان لڙائيءَ جي زماني ۾ ڪوٽڙيءَ کان سکر تائين، دادو ۽ لاڙڪاڻي کان ريلوي لائين لڳائي وئي، ۽ فوجي ضرورتن جي پيش نظر، ۱۸۷۲ع ۾، بکر ۽ سکر جي وچ ۾ سنڌو درياهه تي ريلوي پُل جي اسڪيم تيار ڪئي وئي. ۱۸۷۸ع ۾، روهڙيءَ کان ملتان تائين ريلوي لائين لڳائي وئي.

۱۸۸۰ع ۾، سکر ۾ ميونسپل مسافرخانو ٺهرايو ويو، ۽ ۱۸۸۲ع ۾ وڪٽوريا مارڪيٽ تعمير ٿي.

۱۸۸۴ع ۾، روسي حملي جي خطري سبب، سکر ڇانوڻيءَ ۽ براج ڪالونيءَ جي وچ ۾ خندقون کوٽايون ويون ۽ مورچا بنايا ويا. ۱۸۸۸ع ۾، اليگزنڊريا ووميئس مشن اسپتال قائم ڪئي وئي.

۱۸۸۹ع ۾، سکر ۽ بکر جي وچ ۾ موجوده لئنسڊائون پُل ٺهي تيار ٿي، ۽ ڪوئيٽا-پشين ريلوي لائين ٺهي مڪمل ٿي ۽ سکر ۽ قنڌار جي وچ ۾ تجارت جو سڌو رستو ٿي پيو. لئنسڊائون پل انجنيريءَ جي عجائبات مان هڪ آهي، جا فقط ٽن فولادي ٿنڀن تي بيٺل آهي. سکر ۽ بکر جي وچ ۾ پل جو مفاصلو ۶۰۰ فوٽ، ۽ بکر ۽ روهڙيءَ جي وچ ۾ ۸۲۰ فوٽ آهي.

لئنسڊائون پل جي تعمير کان پوءِ سکر جي آبادي وڌڻ لڳي. ريلوي ورڪشاپ ۽ انجن-شيڊ تيار ٿيا، ۽ انگريز عملدارن لاءِ بنگلا تعمير ڪرايا ويا. اهڙيءَ طرح سکر ترقي ڪرڻ لڳو، جنهنڪري شڪارپور جي بدران سکر کي ضلعي هيڊ ڪوارٽر مقرر ڪيو ويو. انگريزن پنهنجي حڪومت جي ابتدا ۾ سنڌ صوبي کي ٽن ضلعن ۾ تقسيم ڪيو هو، جي هئا ڪراچي، حيدرآباد ۽ شڪارپور.

۱۸۹۲ع ۾، سکر ۾ وڪٽوريا ٽيڪنيڪل اسڪول قائم ڪيو ويو، ۽ ۱۸۹۵ع ۾ سنڌ جي قديم سنڌي اخبار "آفتاب ادب سنڌ" جاري ٿي، جنهن جو ايڊيٽر مرحوم شمس‌الدين "بلبل" ۽ ناشر سيٺ حاجي احمد ميمڻ هو. ۱۸۹۶ع ۾ واٽر ورڪس اسڪيم هيٺ نااليون ٺهرايون ويون، ۽ ۱۸۹۹ع ۾ نرسامل جيمخانو ٺهرايو ويو، جو اڄڪلهه 'همايون جيمخانو' جي نالي سان سڏجي ٿو. ۱۹۰۳ع ۾، پراڻي سکر ۾ انگريزي مڊل اسڪول قائم ٿيو، ۽ ۱۹۰۴ع ۾ ڊاڪٽر سمرس، سپرنٽينڊنگ انجنير، لائڊ براج جي اسڪيم حڪومت هند کي موڪلي.

۱۹۰۷ع ۾، پير صاحب پاڳاري جي مغيت ۾، عيدگاهه تعمير ٿيو، ۽ ۱۹۰۹ع ۾ هندو پنچات طرفان گئوشالا ٺهرائي وئي. ۱۹۱۱ع ۾، سکر مدرسه بورڊنگ هائوس تيار ٿيو. ۱۹۱۲ع ۾ پرشاد آشرم ٺهرايو ويو. ۱۹۱۴ع ۾، هوائي جهازن جي وجود ۾ اچڻ سبب، جيڪي فوجي خندقون ۽ مورچا سکر ڇانوڻيءَ ۽ براج ڪالونيءَ جي جي وچ ۾ ٺهرايا ويا هئا، سي منسوخ ڪيا ويا. ۱۹۱٦ع ۾ لائيڊ براج جي اسڪيم بابت تحقيقاتي ڪميشن مقرر ٿي، جنهن جي رپورٽ تي پهرين مهاڀاري لڙائي لڳڻ سبب عمل نه ٿي سگهيو. ۱۹۱۹ع ۾ ليوڪس پارڪ ٺهرايو ويو، جو اڄڪلهه غازي محمد بن قاسم پارڪ سڏيو وڃي ٿو. ۱۹۲۱ع ۾ اربن ڪوآپريٽو بئنڪ قائم ٿي. ۱۹۲۲ع ۾ پاور هائوس ٺهرايو ويو. جولاءِ ۱۹۲۳ع ۾ موجوده لائيڊ براج جي تعمير جو ڪم شروع ٿيو. ۱۹۲۴ع ۾ انجنيئرنگ ڪاليج جو بنياد رکيو ويو، ۽ سيٺ رامچند ڪلاٿ مارڪيٽ ٺهرائي وئي. ۱۹۲۹ع ۾ جنرل پوسٽ آفيس تعمير ٿي. ۱۹۳۰ع ۾ ليڊي گرهام ووميئنس اسپتال تيار ٿي. ۱۹۳۲ع ۾ سرڪٽ هائوس تعمير ٿيو، ۽ موجوده لائيڊ براج جي تعمير مڪمل ٿي. ان وقت لارڊ لائيڊ بمبئيءَ جو گورنر هو، ۽ براج جي اسڪيم جو آغاز به پاڻ ڪيو هئائين، تنهنڪري سندس نالي پٺيان سڏجي ٿو. براج جي تعمير تي ۲۰ ڪروڙ رپيا خرچ آيو، ۽ براج ڪالونيءَ سبب سکر شهر جي آبادي وڌي وئي. لائيڊ براج بکر پيٽ کان ٽي ميل اولهه ۾ آهي، ۽ عالمگير اهميت رکي ٿو. سندس ٦٦ فولادي دروازا آهن، جي بجليءَ جي طاقت سان کلن ۽ بند ٿين ٿيا. سکر براج جي زير اثر ۴۲ لک ايڪڙ زمين آباد ٿئي ٿي. ۱۹۳۵ع ۾ ميونسپل جي نزديڪ، ڪندنداس مارڪيٽ تيار ٿي. ۱۹۳۷ع ۾، پن هندو واپارين موجوده گهنٽا گهر ٺهرايو. ۱۹۳۸ع ۾ سينٽرل جيل تعمير ڪرايو ويو، ۽ سنڌ پراونشل بئنڪ قائم ٿي. "آفتاب ادب سنڌ" کان پوءِ "الحق" نالي روزانه سنڌي اخبار سکر مان جاري ٿي، جنهن جو ناشر بابو سليمان هو.

## ورهاڱي کان پوءِ

ڪڏيل هندستان جي ورهاڱي کان پوءِ، سکر شهر وڏيڪ ترقي ڪئي آهي. خانگي مسلم سوسائٽين ۽ حڪومت جي طرفان ڪيترائي تعليمي ادارا قائم ٿيا آهن. براج جي نزديڪ، سنڌو درياهه جي ڪناري تي، ڪيترائي تفريحي مرڪز ۽ خوبصورت پارڪ ٺهرايا ويا آهن. براج جي نزديڪ، درياهه جي ڪناري تي، پي.آئي.اي طرفان تازو 'انٽر پاڪ إن' نالي هڪ عاليشان هوٽل پڻ تعمير ٿي آهي. ميونسپل طرفان رانديون جي فروغ لاءِ شهر جي وچ ۾ اسٽيڊيم ٺهرايو ويو آهي. ريس ڪورس روڊ تي هڪ نئين مارڪيٽ قائم ڪئي وئي آهي. ايوب حڪومت جي دور ۾ سکر ميونسپالٽيءَ هڪ شاندار دروازو ٺهرايو هو، جو ايوب گيٽ جي نالي سان مشهور آهي. سکر پنهنجي قديم آثارن کان بيحد مشهور آهي، جن ۾ جبل جي مٿان ۸۴ فوٽ اوچو اڏيل مير معصوم شاهه جو منارو هڪ قديم يادگار

آهي، سکر شهر، حيدرآباد ۽ ملتان جي تجارتي سوجهرن جي وچ ۾ هئڻ سبب، صنعت ۽ زراعت جي لحاظ کان مرڪزي تجارتي حيثيت حاصل ڪري چڪو آهي، ۽ صرافا بازار، فريئر روڊ، لورائي بازار، پاپڙا بازار ۽ موچي بازار شهر جون مشهور بازارون آهن. سکر جو اڌ شهر ٽڪرين تي آباد آهي. سکر ۽ روهڙيءَ جي وچ ۾ ٻه ننڍا ٻيٽ آهن — هڪ خواجه خضر جو ٻيٽ يا زنده پير، ٻيو بکر جو ٻيٽ، ۽ ٻيون ساڌ ٻيلو. ٽيئي ٻيٽ ٽڪرين تي آهن. بکر جو ٻيٽ هڪ مضبوط قلعو آهي، جو سمنڊ جي سطح کان ١٨٣ فوٽ مٿي آهي. آبهوا گرم ۽ صحت‌افزا آهي. هتي جي موسم، اپر سنڌ جي موسم وانگر، ٻن حصن ۾ ورهانجي ٿي — هڪ اونهارو، جيڪو مارچ کان، ۽ ٻيو سيارو، جيڪو آڪٽوبر کان شروع ٿيو ٿئي. اونهاري ۾ هتي جو ٽيمپريچر ١٢٠ ڊگرين تائين پهچي ويندو آهي. جبلن جي گرميءَ سبب ڏينهن زياده گرم ٿا ٿين، ليڪن درياهه جي ڪناري تي هئڻ سبب راتيون خوشگوار ٿين ٿيون. جولاءِ ۽ آگسٽ جي مهيني ۾ برساتون پونديون آهن. ان کان سواءِ ٻه ڪڏهن ڪڏهن بونداٻوندي ٿيندي آهي.

## ترقياتي رٿائون.

سکر کي وڌيڪ ترقي وٺائڻ لاءِ هتي جي سول اسپتال جي چوٿينءَ پنجسالي ترقياتي رٿا ۾ نرسز هوم، سينيئر ڪلاس-ون عملدارن لاءِ رهائشي بنگلا، ڇٽيهن بسترن سان هڪ ٽي.بي. وارڊ، ۽ اسپتال ۾ هڪ سؤ بسترن وڌائڻ جي اسڪيم آهي. سکر جي ميونسپالٽي سکر شهر کي وڌيڪ خوبصورت بنائڻ لاءِ نهايت تيزيءَ سان ڪم ڪري رهي آهي. سکر ميونسپالٽيءَ هلندڙ سال جي بجيٽ ۾ شهر جي بهتريءَ لاءِ ڪافي رقم منظور ڪئي آهي. ترقياتي اسڪيمن موجب، ميونسپالٽي هلندڙ سال جي بجيٽ مان هڪ لک رپين جي خرچ سان بندرروڊ جي تعمير ڪرائيندي، ۽ شڪارپور روڊ جي تعمير تي ٻه هڪ لک رپيا خرچ ايندو. ان کان سواءِ، ڪئنينس روڊ، رائل روڊ، منزلگاهه روڊ ۽ ٻيون سڙڪون تعمير ڪرايون وينديون. هڪ لک رپين جي خرچ سان وڪٽوريا مارڪيٽ جي ازسرنؤ تعمير ۽ مرمت ڪرائي ويندي. سٺ هزار رپين جي خرچ سان رائل روڊ ڊسپينسريءَ جي تعمير ٿيندي. ان کان سواءِ مير معصوم شاهه جي مناري اڳيان، چاليهه هزار رپيا زناني ميونسپل ڊسپينسريءَ جي تعمير ۽ مرمت تي خرچ ٿيندا. غريب آباد جي علائقي ۾ هڪ طبي امدادي مرڪز قائم ڪيو ويندو، جيڪو ٢٤ ڪلاڪ کليل رهندو. سڄي شهر کي پيئڻ جو صاف پاڻي پهچائڻ جي انتظام لاءِ ست لک اٺ هزار رپيا بجيٽ ۾ رکيا ويا آهن. ميونسپل گرلس هاءِ اسڪول جي هوم ايڪانامڪس بلاڪ جي تعمير لاءِ ٥٢ هزار رپيا منظور ڪيا ويا آهن. مير معصوم شاهه لئبرريءَ لاءِ ٢٥ هزار رپين جا ڪتاب خريد ڪيا ويندا. باغات ۾ واڌارو آڻڻ لاءِ هڪ لک رپيا خرچ ڪيا ويندا، جنهن مان غازي عبدالرشيد پارڪ کي ازسرنؤ سرسبز ڪيو ويندو ۽ معصوم شاهه جي

مناري کان هيٺ لهندڙ چاڙهيءَ جي وچ تي
۾ هڪ پارڪ ٺهرايو ويندو. پشمينجر لارين جو
اڏو شهر کان ٻاهر ٺهرايو ويندو، جنهن جي
تعمير تي پنجاهه هزار رپيا خرچ ايندو. هڪ
جامع اسڪيم موجب، مختلف ڪالونين ۾ جايون
تعمير ڪرايون وينديون، جن ۾ شاپنگ سينٽر
به ٺهرايا ويندا. هن اسڪيم جي پهرئين دور ۾
هڪ لک رپيا خرچ ايندو. معصوم شاهه جي
مناري جي مرڪزي دروازي جي پرسان شاپنگ
سينٽر تعمير ڪرايو ويندو، جنهن ۾ سنڌي مصنوعات
۽ دستڪاريءَ جي نمونن جو سامان هوندو،
انهيءَ لاءِ ته سياح هن علائقي جو هنري سامان
ڏسي ۽ وٺي سگهن.

سکر جو ضلعو ۵۵۳۱ چورس ميل ايراضيءَ
۾ آهي، ۽ انهيءَ لحاظ کان پاڪستان ۾ اوڻيهين
۽ اولهه پاڪستان ۾ ارڙهين نمبر تي آهي.
مهر، بلوچ، پٺاڻ، ڏهر، سيد، شيخ، سومرا، لنڊ،
دائودپوٽا ۽ جتوئي هن ضلعي جا قديم باشندا
آهن. پهرين جنوري ۱۹۷۰ع کان ضلعي سکر
جون سب ڊويزنون ٻن مان وڌائي چار ڪيون
ويون آهن. اهي آهن: سکر، شڪارپور، گهوٽڪي
۽ ميرپورماٿيلو. سکر ضلعي ۾ جملي اٺ تعلقا
آهن: شڪارپور، ڳڙهي ياسين، روهڙي، گهوٽڪي،
ميرپورماٿيلو، پنوعاقل، ڏهرڪي، ۽ اٻاوڙو.
ضلعي جي جملي زرعي ايراضي ۳۶،۷۶،۴۴۰
ايڪڙ آهي، جنهن مان ۱۷،۸۳،۷۶۸ ايڪڙ
زمين آباديءَ لائق آهي، ۽ ۱۰،۹۳،۳۳۳ آباد
ٿيندڙ آهي. باقي مختلف قسم جا جهنگ آهن.
ڪپهه، ڪڻڪ، ڪمند، چانور، جوئر، چڻا ۽
تيلي ٻج هن ضلعي جا خاص فصل آهن.

سکر ضلعي ۾ پنج وڏا ڪارخانا آهن، جن
۾ ڪيترا مزدور ۽ ٻيا هنرمند روزگار سان لڳل
آهن: (۱) ايسو فرٽيلائيزر پلانٽ، ڏهرڪي،
(۲) سيمينٽ فئڪٽري، روهڙي، (۳) ٽيڪسٽائيل
يونٽ، شڪارپور، (۴) سيون آپ فئڪٽري،
شڪارپور، ۽ (۵) ماڊرن رائيس هسڪنگ
پلانٽ، سکر.

هن ضلعي مان ٽي وڏا رستا لنگهن ٿا: (۱)
لاهور کان ڪراچي، (۲) روهڙيءَ کان ڪوئيٽا
(۳) ڪونڙيءَ کان ڪشمور، براسته شڪارپور.
انهن کان سواءِ ڪيترائي ننڍا ۽ ڪچا رستا
به آهن.

تعليمي ترقيءَ جي سلسلي ۾، سکر ضلعي ۾
۱۵ ڪاليج (۱۱ چوڪرن جا ۽ ۳ چوڪرين
جا)، ۳۳ هاءِ اسڪول (۲۷ چوڪرن ۽ ۶ چوڪرين
جا)، ۳۹ مڊل اسڪول (۳۰ چوڪرن جا ۽
۹ چوڪرين جا)، ۲۷۹ پرائمري اسڪول
(۲۷۰ چوڪرن جا ۽ ۹ چوڪرين جا) آهن. هڪ
زنانو ڊگري ڪاليج سکر ۾، هڪ انٽرميڊيئيٽ
ڪاليج گهوٽڪيءَ ۾ هن تعليمي سال کان
شروع ٿي چڪا آهن. انهيءَ ۾ شڪ نه آهي ته
اپر سنڌ جي ميڊيڪل شاگردن لاءِ سکر ۾ هڪ
ميڊيڪل ڪاليج جي ضرورت آهي

نئينءَ تعليمي پاليسيءَ مطابق سکر ۾ هڪ
نئين يونيورسٽي کولي ويندي، جنهن سان يقيناً
موجوده تعليمي ماحول يڪسر بدلجي ويندو. صحت
جي شعبي ۾ هتي ۱۱ اسپتالون، ۳۰ ڊسپينسريون،
هڪ ٽي. بي. ڪلنڪ، هڪ رورل هيلٿ سينٽر،
پنج مئٽرنٽي ۽ چائيلڊ هيلٿ سينٽر، اٺ
مئٽرنٽي هوم آهن.

سکر جي هن مختصر تاريخي ۽ ترقياتي
جائزي جي روشنيءَ ۾، چئي سگهجي ٿو ته نه
صرف سکر شهر جا بلڪ سڄي ضلعي جا حوصلمند
۽ تعمير پسند باشندا پنهنجي روز افزون ترقيءَ
لاءِ بهتر کان بهتر حالات پيدا ڪري رهيا آهن.

# ڳهاون گهوٽ ڪيو...

فيروزالدين "احساس"

شام ڪان ئي آسمان تي ڀورا ۽ ڪارا ڪڪر تري رهيا هئا. اتر جي هوا سيءَ کي ڌوڪي ڪٺي آئي هئي. هرڪو ماڻهو پنهنجي گهر ۾ سيءَ جهلي جا عاج وڻ ڪري رهيو هو. ابراهيم جا قدم نئين گهر مان نڪري پراڻي گهر ڏي وڌي رهيا هئا. سندس چهري مان مايوسيءَ جي ٻڇين جا نشان اڀري رهيا هئا. خلاف معمول اڄ هو گهڻو اداس ٿي ڏٺو. هو وڌي رهيو هو، ۽ هر وک سان سوچ جو سلسلو ڳنڍيل هوس. شام جي مهل هئي. جڏهن آفيس مان موٽندي هن نئين گهر واريءَ گهڻيءَ ۾ اچا پير مس وڌو، ته هڪ واقف نينگر کيس ٻڌايو هو ته سندس پٽ مٺوءَ کي بخار ٿي پيو آهي. زينؤ سندس اڳين زال هئي، اهو نياپو ان منجهيو هوس. ميڻؤ، جنهن جي عمر ٽي-چار سال مس هئي ۽ کيس چائو به ـڪي پڻي هو، تنهن جي اکهائيءَ جو ٻڌي هن جو ٻت ست ڇڏي ويو هو. جنهن بعد هو پروين جي منٿڙيءَ ۽ موهت ڪندڙ مرڪ کي نظرانداز ڪندي، ماٺ ڪري سفي جي کٽ تي وڃي ويٺو هو. مگر پروين سندس مايوسيءَ کي پروڙي ورتو هو. وڌيءَ اڪير ۽ سڪ سان ڪلهن تي هٿ رکي پڇيو هئائينس: "سائين، خير ته آهي، اٿين ماٺ ڪري اچي ويهي رهيا آهيو. اوهان جي دشمنن جي طبيعت ناخوش ته نه آهي؟"

هو اهڙا مٺڙا ٻول ٻڌي هميشه مرڪي پوندو هو، پر تنهن مهل اِها مرڪ الائي ڪيڏانهن موڪلائي هلي ويئي هيس. اٿين ٿي معلوم ٿيس، چڻ اِها هاڻ وري ڪڏهن به واپس نه ايندي. شايد خيالن جي ويرانن ۾ اِها ڪيڏانهن ڀٽڪي ويئي هئي. ڪجهه وقت ته هن خيالن جي ويرانن ۽ تاريڪ تهخانن ۾ ان کي ڳولڻ لاءِ ڏاڍيون ڊڪون ڊوڙون پاتيون، پر سواءِ مايوسيءَ جي عميق ترن ۾ ڪهٽ ۽ مونجهه جي ٻيو ڪجهه هٿ نه آيس. تڏهن، ڏاڍو لاچار ٿي، پروين کي چيو هئائين:

"ٻڌو اٿم ته مٺوءَ جي طبيعت ٺيڪ نه آهي."

"ايتريءَ ڳالهه تي اوهين مايوس ٿي ويا آهيو! دل وڏي ڪريو، الله خير ڪندو."

"اِهو ته ٺيڪ آهي، پر اڄ مون کي آفيس مان ڪٿان به پيسو نه مليو آهي. مٺوءَ کي ضرور ڏسڻو اٿم، ۽ زينؤ هن جي دوا درمل لاءِ ضرور پيسا گهرندي."

"ته ان ۾ پريشان ٿيڻ جي ڪهڙي ڳالهه آهي." پروين دلداري ڏيندي چيو هوس.

تنهن تي هن کي ڪجهه ساهه پيٽ ۾ پيو

هو ۽ وڏين آسروندين اکين سان پروين کي
ڏسڻ لڳو هو.

"توهان جيڪي ڪپڙن واسطي ڪالهه مون کي پنجاهه رپيا ڏنا هئا، تن مان ڏهه رپيا بچيل اٿم. گهر جي خرچ لاءِ رکيا هئم. اوهان کي ضرورت آهي، آهي ڪٿي وڃو." ائين چئي، پروين ڪمري ۾ اندر هلي ويئي هئي، ۽ هو سوچڻ لڳو هو.

اها اهڙي سوچ هئي، جيڪا تتل شيخ وانگر سندس پٺ ڏنبي رهي هئي. زينوءَ سان بيوفائي ڪرڻ بعد ابراهيم سڄو پگهار ۽ ٻي مٿين ڪمائي پروين جي قدمن ۾ ڍير ڪندو ويو هو. پروين سان هن جي پهرين ملاقات، ٻه سال اڳ، اوچتو هڪ دڪان تي ٿي هئي. هوءَ اصل پنجاب جي ويٺل هئي. هن جي مشعل جيان ٻرندڙ اکين سان نڪتل تير ابراهيم جي دل ۾ گهاوَ ڪري ويا هئا. زينوءَ جي جواني سادگيءَ جي سونهن جو گهر هئي. هن جو حُسن سَچ جي چٽنگ نه هو، پر هيري جي آها چمڪ هو، جنهن جي شفاف شعائن ۾ جنم جي ناتن جون تارون هڪ طرف هيون ته وفائن جي ورڪائن جون برساتون ٻئي طرف. مگر ابراهيم جون اکيون جيڪي باهه جي ٽانڊن مان آئندڙ چڻين ۽ شعلن جي پيچ ۾ قاسڻ جون عادي هيون، سي راحت واري روشني سهائي نه سگهيون. پروين جي ظاهري لال لبيس ۽ مصنوعي محبت جي چار کيس اهڙو وڪوڙي ڇڏيو هو جو ٻيَل ٻه هن کان ٻري ٿي نه سگهندو هو. هن جي هر خواهش ۽ آرزو پوري ڪرڻ لاءِ، پنهنجي ۽ زينوءَ جي خواهشن جو خون ڪندي، هن ناٿي جو درياهه وهائي ڇڏيو هو. پروين جي مرڪڙيءَ مسڪراهٽ تي هن پنهنجي دل جي سچي سينگاريل دنيا لٽائي ڇڏي هئي. زينوءَ جي خلوص ڀريل محبت، ٻارڙا، دولت، مٽ مائٽ ۽ دوست احباب، سڀني تان هٿ کڻي، هن صرف پروين جو هٿ جهليو هو. مگر اڄ اهي سڀ قربانيون هن کي پنهنجي حريصانه ڪرتوتن جي ڪُن ۾ ٻڏل نظر اچي رهيون هيون. هن محسوس ڪيو هو ته پروين نه صرف هن جي دولت جو ڪاٽ بلڪ ستم جي آها سوري بنجي وڌس آئي هئي، جنهن جي ڦاهيءَ واريءَ رسيءَ ۾ هن جو سارو ماحول لٽڪي ۽ ڦٽڪي رهيو هو. انهيءَ سورن جي لتڙ ۾ هن جو پسونٽڙو دل جو ٽڪرو، معصوم ۽ بيگناهه ٻچو به ڏڙها هئي رهيو هو.

هن جو ٻن سالن کان غفلت ۾ ستل ضمير اڄ پاسو ورائي اکيون ٻٽي چڪو هو. ٿئين گهر جي هر شي کيس مئوءَ جي موت جو سامان نظر اچي رهي هئي. هن کي ائين محسوس ٿي رهيو هو ته اهو سڀ سامان جيڪو هن پگهار ۽ رشوت جي پيسي سان پروين کي وٺي ڏنو هو، کانئس ڪنهن نامعلوم خطا جو بدلو وٺڻ لاءِ مٿس آلر ڪرڻ وارو آهي ۽ اهي اهڙن سپَن جي صورت وٺڻ وارا آهن، جيڪي ٻهريائين مئوءَ کي ۽ پوءِ کيس گرڙڪائي ڇڏيندا.

هن جي ذهن ۾ خيالن جون قطارون اچا

ڪري سوڙي رهيون هيون، ته پروين ڏهه رپيا آڻي هٿ تي رکيا هئس، ۽ ڪڇيءَ ۾ ٻانهون وجهي، پرڀ مان ايلائي چيو هئائينس: ”وڃو ڀا، ۾ مون کي وساري ويهي نه رهجو، اوهان کان سواءِ هتي منهنجو ٻيو ڪير آهي.“ هٿرادو گلدستي ۾ سينگاريل گلن وانگر هي ٻول پروين اهڙي انداز ۾ چيا هئا جو ابراهيم کي پنهنجا سمورا سنواريل خيالن جا پيچرا ڊوڙ ۾ لٽيا محسوس ٿيا هئا. ورهين کان پوءِ ڪڏن ۽ ڪوهن جو ڳس ڇڏي سنڌين ٻٽ تي اچا پير مس رکيو هئائين، ته پيرن کي پنڌ ڪرائيندڙ طاقت نشي جي آلوڻن ۾ لڙندي نظر ٿي آئي. اڪ ڪولڻ واري لهر جيڪا سندس رڳن ۾ آهستي آهستي داخل ٿي رهي هئي، آها آس مان ڇانو ۾ اينڌڙ ٻاڇي مثل غائب ٿيندي محسوس ٿيڻ لڳي هيس. هو پروين کي ڪنهن جواب ڏيڻ کان سواءِ، آئي ٻاهر نڪري آيو هو. سندس ٻويان پروين در ٽاڻين آئي هئي، جنهن کي هن مڙي نه ڏٺو هو.

هو زينوءَ جي گهر کي ويجهو پوندو ٿي ويو. سندس دل ۾ احساس جو طوفان آٿلي چڪو هو. سياتل دڳن تي سندس پير تيزي ٽاٻڙي کڻي رهيا هئا. دل جي تارن منوءَ جي محبت جا مٺڙا ساز وڄائڻ شروع ڪري ڏنا هئا. هو سوچي رهيو هو ته منو اڄ معصوم آهي، ڪيڏو نه پيارو آهي! هو جڏهن کيس ’بابا‘ ڪري سڏ ڪندو آهي ته دل جي دنيا بهار ۾ ٻوريل وڻن جهڙي خوشبوءِ سان واسجي ويندي آهي. هو منوءَ کي ضرور ڇاتيءَ سان لڳائيندو، کيس مٺيون ڏيندو ۽ علاج هڪ سٺي ڊاڪٽر دان ڪرائيندو، ۽ پوءِ .... هو ٿورو هيڪي ٻيهي رهيو. سندس سوچ جون ڪي ٽنل تارون ڳنڍجي ساز پيدا ڪري رهيون هيون—— ’۽ پوءِ تون کيس ڇڏي، پروين وٽ هليو ويندين، ۽ منو توکان سواءِ وري بيمار ٿي پوندو. تون ئي منوءَ کي بيمار ڪرڻ وارو آهين. تنهنجي محبت ڪوڙي آهي، منوءَ جي محبت سچي آهي.‘ ابراهيم جي وات مان بي اختيار لفظ نڪتا: ”نه نه، ائين نه آهي!“ هن جي دل ڇڻ ڦاٽي رهي هئي. درد جا دونهان ڪارا ڪڪر بڻجي ان مان آٿي رهيا هئا، جن کي سندس ئي اکين جڏهن فضا ۾ تحليل ٿيندي ڏٺو ته آهي تر ٿي ويون. ندامت ۽ بيمروتيءَ جي احساس هن جي نس نس تي تکي ڇُري وهائي ڇڏي هئي. اندر جي انهيءَ لوڇ کان هن جا چپ خشڪ ٿي رهيا هئا. هو دل ئي دل ۾ سوچڻ لڳو، ’ائين هرگز نه ٿيندو—— منو منهنجي دل جو ٽڪرو آهي، مان هن کي هرگز ڇڏي نه ڪندس.... هرگز ڇڏي نه ڪندس!‘ دل جي آواز ساٿ نه ڏنو ۽ خيالن جي زبان ڇڏو سهارو وٺندي چيائين: ’منهنجا مٺوڙا، مان توکان معافي وٺندس.‘ ۽ وري خيالن ۾ ئي ڇڻ لڳس: ’تون مون کي معاف ڪندين نه، منهنجا مٺوڙا؟‘ ائين سوچي، هو خاموش ٿي ويو. سامهون زينوءَ جي گهر تي نظر پيس. منوءَ جو ننڍڙو چهرو ۽ ڪنڌ پيل بيحس جسم اکين آڏو ڦري آيس. دل چيس ته ڏانهن ڪري اندر

گهڙي وڃي، پر سندس ئي بيوفائيءَ کيس پنهنجي گهر ۾ ڌارئي جي حيثيت ڏيئي ڇڏي هئي. هو ڪجهه وقت ٻاهر در وٽ بيهي رهيو، ان لاءِ ته زينوءَ سان اک ملائڻ جي قوت بحال ڪري سگهي، ۽ منوءَ جي محبت جو تير، جيڪو هو ’بابا‘ چئي اڇليندو، دل تي کائي سگهي.

کنوڻ جو تجلو رکي رکي اونداهيءَ جي گهيري ۾ آيل گهٽيءَ تي روشني وسائي غائب ٿي رهيو هو، جنهن ۾ هن ڏٺو ته ساري گهٽي اداس ۽ خاموش هئي. تيز هوائن جون ريهون ڪنهن مهل ان خاموشيءَ واريءَ چادر کي چيري گذري ٿي ويون. پر هو در جي چانئٺ وٽ الائي ڪيترو وقت خاموش بيٺو رهيو. سيءَ جون سرد چوليون سندس بدن کي ڇهي رهيون هيون، جنهن کان هو ڪوئجي رهيو هو. خيالن جا ڪڪر ذهن جي آسمان تي اڀري رهيا هئس. ندامت ۽ پشيمانيءَ کي پکڙجي بوندن ۾، هن پنهنجي قسمت جي تختيءَ تي ڇرندي محسوس ڪيو. منوءَ جي منڙي ٻولي، زينوءَ جو اٻاڻڪو چهرو، ڏکن جو ڏيل ٽيل گهر، هن جي اکين اڳيان ڦرڻ لڳا. چوٿينءَ پنجينءَ، گهڙي پهر زينوءَ وٽ اچڻ وارو ابراهيم، اڄ اندر پير رکڻ ۾ ڪيٻائي رهيو هو. شايد منوءَ لاءِ سندس ڪمائيءَ ۾ صرف ڏهين رپئي واري حصي جي احساس کيس ٿنڀ بنائي ڇڏيو هو. پروين، جنهن کي هن جان کان عزيز ٿي سمجهيو ۽ جنهن جي هزارن خواهشن کي، پنهنجيءَ محبت جو امتحان سمجهي پورو ٿي ڪيو، جنهن سان وفا جي هڪ اکر پويان هر وڏيءَ کان وڏي قرباني ڏيڻ ۾ هن پير پوئتي نه هٽايو هو، تنهن سندس هن اوکيءَ ۾، جڏهن سندس دل جو لڪرو بخار جي ٻٽيءَ ۾ ٻارڻ ٿي رهيو هو، صرف ڏهن رپين جي قرباني وڏي وس ڪئي هئي. هن جي سوچ جي شيخ تپي لال ٿي رهي هئي، جنهن جي سيڪ کان هن جي دل ڪباب جيان پچي رهي هئي. جذبات جا بخار پروين جي خوبصورت چهري تان مڪاريءَ جو پردو هٽائي رهيا هئا. ناٽڪي محبت جا فانوس پٽ تي ڪري، پچي پور ٿي رهيا هئا، جن مان نفرت جون چڻنگون ڦٽي رهيون هيون. محبت ۽ نفرت جي انهيءَ جنگ ۾ هن جي ڪن تي منوءَ جو آواز پيو. هو بابا-بابا پڪاري رهيو هو. ابراهيم جي دل زور سان ڌڙڪڻ لڳي. صبر ۽ انتظاريءَ جا ڪڙا بند ٽٽي پيا. هن جون ٻانهون بي اختيار منوءَ کي ٻاڪر ۾ وٺڻ لاءِ کڄي ويون. منوءَ کي دلداري ڏيڻ جا ٻول هن جي نڙيءَ ۾ ڦاسي پيا. هن دروازي تي تمام آهستي هٿ هنيو. جواب نه مليو. هن ٻئي دفعي ٿورو زور سان هٿ هنيو. هن ڀيري هن کي گهر ۾ اندر پيرن جي هلڪي آهٽ ٻڌڻ ۾ آئي. جئن جئن اها آهٽ ويجهي ايندي ويئي، تئن هن جي دل سيني ۾ اڇلون کائڻ لڳي. اندران ڪنهن در وٽ بيهي پڇيو:

”ڪير آهي؟“

آواز زينوءَ جو هو، جيڪو معصوم ۽ بيحد

منُو هو، پر اُداسيءَ ۽ بيوسيءَ جي ڪُنهن مان
پڌي نڪتل ٿي محسوس ٿيو. آواز جي بڇيءَ
هن جي اندر کي ڪوري ڇڏيو، ۽ هن کي
پنهنجي دل ڪنهن اونهي کوهه ۾ ٻُڏيون
کائيندي محسوس ٿي. ذهن ۾ سوچ جي هڪ
پڪي تار اڀري سڻيئين ٿيس: ”هن اُداسيءَ ۽
بيوسيءَ کي جيسين تون ڳلي نه لڳائيندين،
تنهنجي زندگي سراپا پاپ ٿيندي، ۽ معصوم منُو
جڏهن وڏو ٿيندو، تڏهن تو پاپڻ کان نفرت
ڪندو — اهڙي نفرت، جيڪا تنهنجي زندگيءَ
جي سڄيءَ موڙيءَ کي ساڙي رک ڪري
ڇڏيندي.... مت جا ماريل انسان، پنهنجا قدم
اڳتي وڌاءِ — هن گهر کي لڳايل باهه پنهنجن
هٿن سان وساءِ، جنهن ۾ تنهنجي روح جي هڪ
ننڍڙي دنيا سڙي ۽ کامي رهي آهي.... چا، تون
منوءَ کي به ان ۾ ساڙڻ چاهين ٿو؟'

سوچ جي اِها تار هن جي ذهني پردن ۾ ٻير
جي ڪنڊي وانگر چُڀي ويئي. هن جي زبان
مان بي‌اختيار، رونڌهارڪو آواز رڙ جي صورت
وٺي نڪتو: ”درڪوليو!“ ۽ پوءِ هو بيهي نه
سگهيو، ڊرڪندو ويو. اکين کي غم جو درياهه
پائي رهيو هوس. سندس زبان مان ٻه‌ٽي ڀيرا
اِهو ساڳيو آواز نڪتو — ”درڪوليو... در
کوليو!“

زينوءَ ابراهيم جو آواز سڃاڻي ورتو هو. هن
يڪدم درکولي ابراهيم کي آڏر ڏنو، جو گوڏن
جي آڏر تي در سان ٽڪيو بيٺو هو. هوءَ ڏاڍي
ششدر ٿي ويئي. پٽ جي بخار بعد ابراهيم جي
هن اوچتيءَ حالت سندس سيني ۾ چير وجهي
ڇڏيو. هن جي اکين رسيون هارڻ شروع ڪيون.
جئن تئن ڪري ابراهيم کي اندر ڪيائين.
گهر ۾ مڪمل چپ چپات لڳي پئي هئي، ۽ نڪي
بتي ٻي ڪا ٻريل هئي، پورو گهر ماتمي رنگ
۾ رتل هو. ڪمري ۾ پهچي زينوءَ کيس کٽ
تي ويهاريو، ۽ پوءِ پنهنجي رلي ڪڍي آڻي
پٽن تي رکيائينس. ابراهيم جو ضعيف ۽ پيرسن
پيءُ ڪنڊ ۾ پيل هڪ کٽ تي ستل هو، سو
ان مهل جاڳي ويٺو هو، تنهن پڇيو:

”اما، ڪير آهي؟“

”چاچا، پاڻ آهي.“

”بيمار پٽ کي ٽن ڏينهن کان پوءِ ڏسڻ
آيو آهي، شابس اٿس.“ ابراهيم جو پيءُ اهي زهر
۾ ٻڏل تيرن جهڙا جملا چئي، ماٺ ڪري
سمهيو رهيو.

هوڏانهن ابراهيم کي ائين محسوس ٿيو،
چڻ سندس بت تي سوين نانگ چنبڙي ويا
هجن، جيڪي سنڌ سنڌ تي کيس ڏنگي رهيا
هئا. دل انهن گهاون کان ڪڇي رهي هيس.
پيءُ جي انهن طعنن جي ضربن، اندر جي ڏکن
۾ مانڌائي وجهي ڇڏي هيس. سندس اکين جو
ماٺو درياهه ڇپرن جا بند لتاڙي ليٽي پيو.
لڙڪن جون قطارون ڳلن جي ننڍن ننڍن وارن
مان پيچرا ناهي تيز وهڻ لڳيس. مگر زينو انهن
کان بيخبر هئي. منوءَ ”اما“ ڪري زينوءَ کي
سڏ ڪيو، ۽ زينو وڏي منوءَ کي ڪڇ ڪري
ٿڃڻ لڳي. ابراهيم بت بڻيو ويٺو رهيو. هن زينوءَ

۽ منوءَ جي چهرن کي گهٽو گهٽو ريو، پر تاريڪيءَ ۾ ڪجهه به نظر نه آيس. البت سامهون در ڪان ٻاهر اڱڻ ۾ پيل خالي کٽ صاف ڏسڻ ۾ اچي رهي هيس. هن جي دل زينوءَ جي سيني سان لڳي، احساسن جو ڄل هارڻ ٿي گهريو. هن زينوءَ کان اِهو به ٿي پڇڻ گهريو ته سندس منو ڪٿي آهي؟ پر آواز نڪري نه سگهيس. منو جيڪو زينوءَ جي جوٽ تي ڪنڌ رکي جاڳي رهيو هو، رکي رکي بابا-بابا سڏي رهيو هو. ابراهيم جي دل منوءَ جي منڙن ۽ سهڻن هٿن ۾ پهچڻ لاءِ سيني اندر ونجي رهي هئي، مگر هو پنهنجيءَ جاءِ تان اُٿي نه سگهيو، ۽ نڪي زينوءَ منوءَ کي اِهو ٻڌايو ته تنهنجو بابا سامهون کٽ تي وينو آهي.

هڪ زوردار ڪنوڻ جو تجلو ٿيو، ۽ هن ڏٺو ته زينو گونگا ڳوڙها ڳاڙي رهي هئي. جنهن مهل روشني ٿي، تنهن مهل هن ڦاٽل رَئي جي پلاند سان انهن کي اُگهيو پئي. پر تير هڪ طرف کان اوچتا آيا، جيڪي ابراهيم جي دل ۾ اونها گهاوَ ڪري ويا. هن محسوس ڪيو ته اِهي زينوءَ جي بيوسيءَ ۽ لاچاريءَ جا هئا. وڏي ڪوشش ڪري هو کٽ تان اُٿيو، ۽ منوءَ جي کٽ جي پانهن ڪان، گوڏا پٽ تي ٽڪائي، زينوءَ جي جوٽ تي ستل منوءَ کي آهستي آهستي مٺي ڏنائين. منوءَ ز ر ڏيئي اکيون کولي ڏٺو. هن مٺيءَ جو انداز ٻ-جاڻي ورتو هو، ۽ زور زور سان 'بابا-بابا' ڪري سڏ ڪرڻ لڳو هو. جنهن ٿي پيءُ جو د ٿو پيس، ٽپ ڏيئي جوٽ تان اٿيو، ۽ بخار سبب کٽ تي ڪِرڻ لڳو. پٽي پانهون مٽي ڪٽي، پيءُ ڏي وجهه لاءِ تانگهاياين. ابراهيم هڪدم کڻي سيني سان لاتس. منو اهڙو ته چنبڙي ويس، جڻ هاڻي اصل نه ڇڏيندس. ابراهيم کي ائين محسوس ٿيڻ لڳو، جڻ سالن کان چرڪندڙ سيني ۾ پچندڙ دل ٺري ڳڱ ٿي وئي هئي؛ جذبات جا جولان، ندامت ۽ پشيمانين جا طوفان، شڪوه ۽ شڪايتن جا باران ونڙي چڪا هئا؛ سڪون ۽ آٿت جون هيرون وري ويون هيون؛ تاريڪي ۽ خاموشي به موڪلائي رهي هئي؛ زمان ۽ مڪان جي وچ ۾ وڏي شاهراهه تعمير ٿي وئي هئي. کيس ائين به محسوس ٿيو، جيئن ڏکل ۽ پليل مسافر پنهنجيءَ منزل تي پهچي، اطمينان جو ڊگهو ساهه کڻندو آهي؛ يا جڻ ريگستان ۾ ٻاڙيءَ جو پياسو اوچتو ڪنهن نخلستان ۾ پهچي ساهت ۾ ايندو آهي.

منو ابراهيم جي سيني تي ڏاڍي مزي سان ننڊ ڪري رهيو هو، ۽ هو سندس پٺيءَ کي ٿپري رهيو هو. زينو خاموش کٽ تي ويٺي رهي. اکيون نير هاري رهيون هيس. هميشه وانگر هينئر به هوءَ اِهو سوچي رهي هئي ته منوءَ کي ننڊ اچڻ بعد هو وري اسان کي ڇڏي هليو ويندو ۽ وري پنجيرءَ اڱڻ پيرو ڪندو. ننڍي ملاءِ ب

۽ وڏي وڇوڙي جا ڏک زينو گذريل ٻن سالن کان سهندي آئي هئي. هر پيري هوءَ کيس روئندي ڇڏي ويندو هو. هوءَ ڏاڍي ڪوشش ڪندي هئي ته ابراهيم لاءِ ڳوڙها نه ڳاڙي، پر دل کان بيوس هئي. زبان برابر ڪانه ڪڇندي هيس، پر اندر جا آلاپ اکين مان لڙڪ ٿي وهندا رهندا هئس.

ابراهيم منوءَ کي ٿهلائيندي، دل ئي دل ۾ ڳالهيون اوتي رهيو هو، ۽ زينوءَ جي اکڙين ۾ جهاتي پائڻ لاءِ وجهه ڳولي رهيو هو. ٻن سالن کان پوءِ هن پهريون دفعو زينوءَ جي نيڻن ۾ نهارڻ جي تانگهه محسوس ڪئي هئي. هو زينوءَ جي قريب پهتو. تمام آهستي، گهٽيل آواز ۾ هن جي ڪَنَ وٽ چيائين:

”زينو، ٿي سگهئي ته مون کي معاف ڪر.“

هن جي انهن لفظن ۾ التجا هئي، بيوسي هئي، ۽ پڇتاءُ هو. زينوءَ اهي غير متوقع لفظ ٻڌي چرڪ ڀريو، ۽ هو چئي رهيو هو. جيڪي ڪجهه چئي رهيو هو، سي دل جا گهاوَ ۽ ڏکن جا ڏار، لفظن جي صورت وٺي، ارادي ۽ اطمينان جي زبان مان درد جي احساس جو پهرڻ پائي نڪري رهيا هئا:

”هيءَ ٻاهر، جنهن ۾ سال منهنجو گهر ساڙيو آهي، تنهن کي مان ضرور وسائيندس، زينو! زينو، مون پنهنجيءَ منزل جو نشان ڏسي ورتو آهي.“ هن جو آواز ڀرجي ويو. ”زينو، ٻاڻ ٻئي هڪ ئي منزل جا مسافر آهيون. پر...پر مان هڪ اهڙو مسافر هوس، جيڪو پنهنجيءَ منزل کان ڀٽڪي ويندو آهي. مان به ڀٽڪي ويو هوس، زينو! گمراهه ٿي ويو هوس، انڌو ٿي ويو هوس!“ هو جذبات جي شدت ۾ اچي ويو هو. منهنجي اکين تان اها انڌ جي پٽي هينئر لهي چڪي آهي، زينو...مون کي تنهنجي اکين جي روشنيءَ جو آڌر کپي. مون کي آڌر ڏي، زينو، مون کي آڌر ڏي!“

ايترو چئي، ابراهيم خاموش ٿي ويو. زينوءَ محسوس ڪيو ته هو روئي رهيو هو. هوءَ به پٿر جي مورت بنجي، الائي ڪٿي پهچي ويئي هئي. غمن جا درياهه، ڏکن جا ڏونگر، وڇوڙي جون اوچيون اوچيون ديوارون، سڀئي هن هڪ خوفناڪ زلزلي هيٺ آيل ڏٺا. هوءَ آليون اکيون مٿي کڻي ابراهيم جي چهري کي ڳولڻ لڳي. ڪنوڻ جي هڪ تجلي سندس اها آس پوري ڪري ڇڏي. هن ڏٺو ته ابراهيم جي اکين مان لڙڪن جون ٻه لارون نڪري سندس ڳلن تي چمڪي رهيون آهن. هن ابراهيم جو وري ٻڏل آواز ٻڌو:

”زينو، مان تو کان ۽ منوءَ کان پري نٿو رهي سگهان، نٿو رهي سگهان، نٿو رهي سگهان.“

ائين چئي، هو منوءَ جي پٺن کي چرين جيان سٺيون ڏيڻ لڳو. منوگهريءَ ننڊ ۾ ڪلهي

تي ڪنڌ لاڙي ستو پيو هو. شايد ٻيءَ جي سيني سان لڳي ڪيس فرحت اچي ويئي هئي. هن مٺوءَ ڪي آهستي آهستي ڪٽ تي سمهاري، مٿس رلي ورائي ڇڏي ۽ پوءِ پر ۾ ويٺل زينوءَ جي ڪلهن تي هٿ رکيو. زينوءَ ڪنڌ هيٺ ڪري ڇڏيو. هو چئي رهيو هو:

"مان تنهنجو ڏوهي آهيان، زينو! مون اوهان سڀني کي ڏک ڏنا آهن....تون خاموش آهين، ڪڇين ڇو نٿي، زينو! مون کي سزا ملڻ کپي....مون کي سزا ڏي، زينو!"

آخر وارا اکر هن زور سان چيا، جنهن ڪان هن جي ٻيءَ جي اک کلي پيئي، ۽ حيرت سان ابراهيم کي تڪڻ لڳو. زينوءَ پنهنجو نازڪ هٿ ابراهيم جي وات تائين آڻي، وري لاهي ڇڏيو. هن جي محبت جي برف ٽيل سمنڊ ۾ ابراهيم جي انهن لفظن باهين جا ڪورا دکائي ڇڏيا هئا، ۽ هن جي دل ۾ گرم گرم موجون اٿلڻ پٿلڻ لڳيون هيون. هن پنهنجو سر ابراهيم جي سيني تي رکي ڇڏيو. ڪيس ائين محسوس ٿيو، ڄڻ فرار ٿيل قيدي ڪنهن امن واريءَ جاءِ تي پهچي ساهه پٽيندو آهي. ابراهيم پنهنجي هٿ سان زينوءَ جي ڳاڏي مٿي ڪئي ته سندس هٿ تي گرم لڙڪن جون لارون لهي آيون. فطرت جا ٻه مٺا آبشار ڦٽي پيا، جن جي شربتي نهرن سالن ڪان ويران ٿيل محبت جي واديءَ کي سرسبز ۽ شاداب ڪري ڇڏيو.

## پاڪستان پبليڪيشنس جا ڇپايل علمي ادبي ڪتاب

**مهراڻ جا ماڻڪ:** آزاديءَ جي جدوجهد، قوميت ۽ حب الوطنيءَ جي موضوعن تي لکيل قومي نظمن جو مجموعو. صفحا ٣٥٠، قيمت پنج رپيا.

**شاعرن جو سرتاج:** مرتب بيگم خديجه خانم دائودپوٽو. شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي سوانح ۽ ڪلام متعلق شهپارن جو مجموعو. صفحا ٢٧٢، قيمت چار رپيا.

**مهراڻ جون موجون:** مرتب سيد حسام الدين راشدي. سوانح، تاريخ، سير سفر ۽ ادبي مضمونن، افسانن ۽ نظمن، ڪافين، گيتن، غزلن، قصيدن ۽ قطعن جو بيش بها خزانو. قيمت چار رپيا.

افسانو

# سمنڊ ۽ هڪ اڪيلو روح

شوڪت حسين

آسمان جو رنگ گھاٽو نيرو هو، ۽ ان تي ڪڪرن جا ٽڪرا ڪپهه جي پوڻين وانگر ٽڙيا پکڙيا پيا هئا. هيٺ سمنڊ جو رنگ به آسمان جھڙو هو. سمنڊ ماٺو هو. طوفان ڪڏهوڪو ختم ٿي چڪو هو، پر سمنڊ جي تهه ڪي اٿلائي ۽ هر شي کي ٽوڙي، گذري ويل طوفان جي هڪ نشاني، هڪ تختو، لهرن جي رفتار تي لڙهندو پئي ويو ـــ ۽ هو، ڏٺل ۽ هيسيل، تختي کي چنبڙيو پيو هو. هن جو سڄو ڪم ٿي ويل هوش سوڻي آيو هو، اڌوري ۽ ٽٽل حالت ۾. هر طوفان کان پوءِ سمنڊ نئون لڳندو آهي، هن کي به سمنڊ بلڪل نئون نظر آيو. رکي رکي هن کي لڳو ٿي ته هو تختي تي نه پر سمنڊ تي ليٽيل هو، ۽ ڇولين جي مٿان ترندو پئي ويو. 'شايد منهنجو ذهن مٿل ۽ جسم ٿڪل آهي، تڏهن ٿو ائين محسوس ٿئي'ـــ هن سوچيو. 'جهاز وانگر، منهنجو وجود به ٽٽي چڪو آهي، ۽ سوچ به... پر اها ٽٽل سوچ، ٽٽل شيشي وانگر منهنجي ذهن ۾ چڀي رهي آهي'، هن چاهيو ته مٿو تختي تي زور سان ٽڪرائي ۽ ان چڀ چڀ کان ذهن کي آجو ڪرائي. 'پر جي تختو ڇڏائجي وڃي ته...!' هن کي ٽٽل جهاز جو فقط اهو هڪ تختو ئي هٿ آيو هو، اهو به غنيمت هو. 'مون کي هن تختي تي ڪيترا ڏينهن ٿي ويا آهن؟'، هن ياد ڪرڻ چاهيو. هو ڊڄي ويو. 'هي منهنجي ذهن کي ٿي ڇا ويو آهي؟ يادگيريون ڪيڏيون ڌنڌليون آهن ـــ سمنڊ جي پاڻيءَ وانگر ڪارسريون! محسوس ائين ٿو ٿئي، ڄڻ ته مان ازل کان وٺي ان صورتحال ۾ موجود رهيو آهيان. ڪيڏي عجيب ڳالهه آهي!'، هڪ ڀيرو هن ڏاڍي ڪوشش ڪئي ته اڪيون پوري پاڻ کي موجوده حالت ۾ غيرموجود ۽ ڪنهن ٻئي هنڌ ۽ ٻيءَ حالت ۾ موجود سمجهي. هو هڪ پرئي پڪلئي جهاز ۾ سوار هو، جنهن ۾ کلندڙ ڪڏندڙ، بيپرواهه ماڻهو هئا. جهاز سمنڊ ۾ ڏاڍي شان ۽ مزي سان پئي ويو ته اوچتوئي اوچتو...'پر اهو ته مان زبان سان به چئي سگهان ٿو. ذهن ۾ تصويرون چو نٿيون اڀرن! پر آخر فرق ڪهڙو ٿو پئي. ياد ڪرڻ مان ڪوبه فائدو ڪونهي. ڄڻ ڪو ماضي آهي ئي ڪونه، ۽ نه مستقبل جو ڪو يقين آهي؛ فقط حال آهي، ۽ موجوده صورتحال ئي سچ آهي. ٻيو سڀڪجهه بڪواس آهي، منهنجي لاءِ... منهنجي ٽٽل وجود جي ٽٽل ذهن مان سڀ يادگيريون ٽٽي وڃائجي ويون آهن.'

هن بيزار ٿي اکيون کولي ڇڏيون. ’سمنڊ ڪيڏو وسيع آهي، ۽ آءٌ ان تي هڪ ڪک وانگر لڙهندو پيو وڃان. جي مان ٻڏي پيس ته ڪهڙو فرق پوندو. سمنڊ جون ڇوليون اٿن ٿي اينديون وينديون رهنديون، ڪڏهن نه ڪٽنديون — ويرون، لهرون ۽ موجون .... ڪيڏي عجيب ڳالهه آهي. آخر هي لهرون ۽ ويرون ڪٿان ٿيون اچن، ۽ ڪيڏانهن ٿيون وڃن؟ ڪٿي ڪٽن به ٿيون يا نه؟ هي پاڻي ساندهه پيو وهي. ڪا شي ايڏي حيرت انگيز ڪانهي، جيڏو هي سمنڊ — جنهن ۾ ڪيئين ڳجهه، طوفان ۽ تبديليون سمايل آهن .... ۽ ڪيڏي عجيب ڳالهه آهي، هرڪا اٿندڙ لهر مون کي سوالي نشان جي شڪل ۾ نظر ٿي اچي. هي شايد حيرتن جو وهڪرو آهي، جنهن ۾ مان لڙهندو پيو وڃان. گهڻو سوچڻ اجايو آهي. ڪجهه به سمجهه ۾ نه ايندو. گهڻي سوچڻ کان پوءِ مون کي خود منهنجو ذهن به ڌاريون لڳندو آهي. مان شايد مري چڪو آهيان. پر منهنجو ذهن ته مئل ناهي، فقط ٿڪل آهي.‘ هن پڪ ڪرڻ لاءِ تختي کي محسوس ڪرڻ چاهيو، پر هن جي ساڄي ٻت کي ڪجهه به محسوس نه ٿيو. وري سندس سڪل آڱرين جسم کي ڇهيو. تڏهن به هن کي ڪا خاطري نه ٿي. ’نه، مان جيئرو آهيان. گهٽ ۾ گهٽ ايترو ته سمجهي سگهان ٿو. هيءَ ايڏي ساري جدوجهد زنده رهڻ لاءِ ئي ته ڪري رهيو آهيان، نه ته هڪ معمولي تختي جي سهاري جيئڻ ڪيڏو ڪٺن آهي. مون کي هر وقت ٻڏڻ جو ڊپ آهي. جيڪڏهن حياتي پياري نه هجيم ها ته رات ڏينهن هن تختي کي چنبڙيو پيو هجان ها. ڄاڻان به ٿو ته هن جو سهارو دائمي ڪونهي. آخر ڪيستائين؟ نيٺ ته اهو سهارو به ختم ٿي ويندو. ڪوبه سهارو هميشه جي لاءِ نٿو رهي. سهارا بدلجندا ئي رهندا آهن. پر منهنجي خواهش ڪا ايڏي غيرمعمولي ته ڪانهي. مون کي ڌرتيءَ جو سهارو کپي. ڌرتيءَ جي سهاري سڄي حياتي گذاري سگهجي ٿي. پر جي ڪنهن موزون هنڌ سهارو ملي.‘

’مان وڌيڪ ڪجهه به نه، فقط ڌرتيءَ تي پير رکڻ ٿو چاهيان.‘

ڌرتيءَ تي پير رکڻ جي لاءِ هن جي خواهش ڪيڏيءَ ڪيڏيءَ مهل تمام زوروني ٿي ويئي. تڏهن هن خدا کان مدد جي لاءِ دعا ٿي گهري. هن سمجهيو ٿي ته فقط ڪو معجزو ئي کيس بچائي ٿي سگهيو.

’مان ڪٿي پٽي هنڌ به پيدا ٿي سگهيس ٿي،‘

هو هڪ ٽٽل جهاز جو مسافر هو. پاڻ به ٽٽل، ۽ سهارو فقط هڪ تختي جو.

’جيڪر جهاز صحيح سالم ۽ مضبوط هجي ها.‘

رکي رکي ڪُڪهه اونده هن جي اکين ۾ گهيڙيو ٿي آئي. هن زور ڪري اکيون ڦاڙي پاڻ کي هوش ۾ رکڻ ٿي چاهيو.... يا شايد سمنڊ جو رنگ ئي اهڙو هو. ذهن ڪنهن ڌارئي شخص جو ٿي لڳو — اهڙو ڌاريون، جنهن کي ماڻهو پاڻ به سمجهي نه سگهي. ’هيءَ عجيب صورتحال آهي. مون اڳي ڪڏهن به ائين محسوس نه

ڪيو آهي. مان تمام گهڻو ٿڪل آهيان. اصل ستڻ ستڻ ٿڪي ساڻو ٿي پيو آهي. ۽ جڏهن ڪا شي پنهنجي هوندي به ڌارين محسوس ٿئي....' گُگهه اونده وري به هن جي اکين ۾ گهڙي آئي. هن زور-سس ڪري اکيون کوليون، ۽ پاسي بدلائڻ جي ڪوشش ڪئي.

'مان به هڪ عام انسان ٿي سگهيس ٿي'....

'جيڪڏهن مان سوچيان ته ته اُڪت مري پوان. جسم ساڻو ٿي ساهه ڇڏي چڪو آهي. فقط لڳاتار سوچيندڙ ذهن اهو يقين ٿو ڏياري ته آءٌ اڃا جيئرو آهيان. ڪيڏيءَ ڪيڏيءَ مهل مون کان اهو به وسريو وڃي ته مان هيئنر ڪٿي آهيان. آخر هي سفر ڪڏهن وڃي کٽندو؟ ڪٿي کٽندو؟ مان سخت بيزار ٿي پيو آهيان. آخر ڪا حد هوندي آهي، سڀ وسيلا ختم ٿي چڪا آهن. زنده رهڻ جي لاءِ انهيءَ اڻکٽ خواهش ۽ ٿڪائيندڙ جد وجهد مون کي وڏيڪ ٽوڙي ڇڏيو آهي. مان ڌرتيءَ تي، ڪنهن مضبوط هنڌ تي پير رکڻ ٿو چاهيان. تختي جي سهاري لڳاتار لڙهندو رهڻ، ڏينهون ڏينهن منهنجي سهپ کان ٻاهر ٿيندو وڃي. ڪٿي مان'.... آسمان سانڍي وانگر رنگ بدلائيندو رهيو ۽ تختو لڙهندو ويو.

هن جون اکيون ڦاٽي ويون. اهي ڏنڊ جون عجيب شڪليون هيون، يا واقعي ٽڪريون هيون. هن پوريءَ ڪوشش سان جاچي ڏٺو. واقعي ٽڪريون هيون، ڏنڊليل .... ائين لڳو، ڄڻ نظرن کي اوچتو گگهه اونده ۾ هڪ چمڪندڙ تارو نظر آيو هو، جيڪو ترت گم ٿي ويو.

'مون ته سڻيئڻ سڏيءَ ڌرتيءَ تي پير رکڻ لاءِ دعا گهري هئي. ماڻهو چاهي ڇا ٿو، ۽ کيس ملي ڇا ٿو. هنن ٻهاڙن تائين پهچڻ منهنجي لاءِ ممڪن ڪونهي. مون ته ڪڏهن اهو چاهيو ئي ڪونه هو.' سمنڊ جي ڪناري بيٺل ٻهاڙن جي هن پار ڄڻ ته زندگيءَ جون راهون ختم ٿي ٿيون. 'سچ ته اهو آهي ته مان سمنڊ کان ڌار ٿيڻ نٿو چاهيان.' هن کي خيال آيو. پر هڪ تختي جي معمولي سهاري، هوا جي ٿپيڙن تي، ڪو ڪيستائين لهرن ۾ لڙهندو رهندو. سمنڊ ۾ رهڻ جي لاءِ هڪ مضبوط جهاز جي ضرورت آهي. پر اڄڪلهه جهاز به گهڻا ٿا تباهه ٿين.'

هو هاڻي ٽڪرين جي ويجهو اچي پهتو هو. اتي سمنڊ ۾ ڏاڍو شور هو. سطح کان وٺي تري تائين هڪ زبردست ولوڙ هئي. سڄو بنياد اٿلي رهيو هو. هو تختي کي زور سان ڇهنڻي پيو.

'نه نه، مان هن تختي کي نه ڇڏيندس!'

سمنڊ جون وڏيون وڏيون لهرون ٽڪرين جي چوٽيءَ تائين زور سان ٽڪرائجي وري گجنديون موٽي ٿي آيون. هن تي هيبت ڇانئجي ويئي. زوردار لهرن ۾ هن جو تختو ڪک وانگر اڇلجڻ لڳو. اوچتو هڪ وڏي وير آئي، ۽ هن اکيون پوري ڇڏيون ـــ

شايد معجزو ٿي ٿيو هو. هو اڃا جيئرو هو. ڪجهه وقت تائين ڊپ ۾ اکيون پوري، پنهنجي جيئري هجڻ تي عجب کائي رهيو هو. ڊڄندي ڊڄندي اکيون کوليائين، ۽ اکيون کولي ڏٺي

ويو. هن پاڻ کي هڪ ٽڪريءَ جي چوٽيءَ تي موجود ڏٺو. مٿان تيز هوا لڳي رهي هئي، ۽ هيٺ سمنڊ گجي رهيو هو. هن پنهنجي بت کي ڪوئڻ جي ڪوشش ڪئي. ڏپ ڪوهيڙي وانگر هن جي من تي ڇانئجي ويو. 'ٻچڻ جي ڪابه واهه ڪانهي. ڇا، مان هيئن اڪيلو پنهنجي منهن مري ويندس؟ انسان جو روح ايڏي اڪيلائي ڇو ٿو محسوس ڪري! موت ۽ ڏپ سڀ ان اڪيلائيءَ جي پيدائش آهن.' هن جي اکيان وسيع، بي انتها ۽ لامحدود سمنڊ هو — ۽ سندس اڪيلو روح. سمنڊ ۾ ڪيس ڇڻ پنهنجي اڪيلائيءَ جو پاڇو نظر آيو — هڪ هيبتناڪ راڪاس جهڙو. هن هڪدم ڏڇي نظرون ڦيرائي ڇڏيون. هن چوڌاري ڇتائي نهاريو. ٽڪريءَ جي پٺيان گهاٽو ڏنڌ هو. ڏنڌ ۾ ڪيس ڪجهه نظر ئي نه آيو. هن محسوس ڪرڻ چاهيو، اهو ڇا ٿي سگهي ٿو! ڪوبه اندازو لڳائڻ مشڪل هو. شايد ڪا بي انت اونداهي گهري ڪاهي هوندي، گهاٽي ڏنڌ سان ڍڪيل. 'مان سمنڊ ڏانهن موٽي وڃڻ ٿو چاهيان.' هن وري سمنڊ ڏانهن ڏٺو، جنهن جون ڇوليون ان ٽڪريءَ جي چوٽيءَ سان لڳي وري واپس موٽي ٿي ويون. پر بنا سهاري جي سمنڊ ۾ گهڙڻ مشڪل آهي. هن کي تختو ياد آيو، پر اهو ٽڪريءَ تي ڪونه هو. هڪ معمولي تختي جو سهارو هو، پر اهو به هاڻي ڪونه رهيو. 'اها مون کي اڳ ۾ ئي خبر هئي ته ڪوبه سهارو هميشه جي لاءِ نه هوندو آهي. ڪوبه ماڻهو ڪنهن سهاري کي خوشيءَ سان

ڇڏڻ نه چاهيندو آهي، پر اهو ڇڻ ڪٿي نه ڪٿي وڃائجي ويندو آهي. انسان آخر انسان آهي، ڪک آخر هڪ ڪک، پر پنهي ۾ هڪڙي ڳالهه ساڳي آهي: پنهي جو هڪڙي هنڌ ٽڪاءُ تمام مشڪل آهي. هڪ ازلي طوفان پنهي کي پنهنجن بنيادن مان اکوڙي ڪڏهن ڪٿي ڪڏهن ڪٿي اڏائيندو رهندو آهي، ۽ نيٺ وڃي ڪنهن گهريءَ کاهيءَ ۾ اڇلائيندو آهي.' هن اکيون پوري ڇڏيون. 'مون کي اها خبر پوءِ پئي ته جهاز تباهه ٿيل هو. مان ڇانئي واٽي ٽٽل جهاز ۾ ڪونه چڙهيو هوس. طوفان جي لڳاتار ڌڪن جهاز کي ٽوڙي ڇڏيو هو. بچاءُ جو هرڪو طريقو ڪتب آندو ويو — پاڻ کي بچائڻ لاءِ، ۽ پنهنجيءَ دنيا کي بچائڻ لاءِ. جهاز به هڪڙي ننڍڙي دنيا هئي. اسين سڀ خوش هئاسين، ۽ بيپرواهه هئاسين. مگر، پنهنجن ننڍڙين ننڍڙين خوشين ۾ وندريل. جهاز جا بنياد آهستي آهستي اکڙجڻ شروع ٿيا. اسين سڀ ڳڻتيءَ ۾ پئجي وياسين. ٽٽڻ سو سلسلو تمام ڍرو هو، ۽ اهو سڀڪجهه اسان جي اکين اڳيان ٿيندو رهيو. پنهنجي وسان ڪير ٿو گهٽائي، پر جتي بنياد ڪمزور ٿي اکڙجڻ لڳن، اتي ڪو ڇا ٿو ڪري سگهي. اسان کي هڪبئي کان جدا ٿيڻ جو غيرشعوري طور انتظار هو. اسين سڀ دکي هئاسين، پنهنجي باري ۾ ڪجهه وڏيڪ. هاڻي اها ڳالهه چٽيءَ طرح اڳيان آئي ته اسان کي نيٺ ڌار ٿيڻو آهي. هرڪنهن کي پنهنجي اڪيلائيءَ جو ڏپ هو. وقت بيرحم آهي، يا

حالتون ظالم آهن، ٽئنڊڙ پڻ لاءِ اهو سوچڻ اجايو ۽ بي معنيٰ آهي. ڪيرڻ وقت فقط ڪيرڻ جي ڳالهه ذهن ۾ هوندي آهي. هٽ لوڏي جدا ٿيڻ ۽ اوچتو ئي اوچتو جدا ٿيڻ ۾ فرق آهي، پر ماٺهو جدا پنهي ۾ ڏو ٿئي. پوءِ به هن نموني ۾ جدا ٿيڻ، پنهنجي اکين اڳيان پنهنجن کي ۽ پاڻ کي ٻڏندو ڏسڻ — ان وقت ڪنهن جي به دل ۾ اها خواهش نٿي اڀري ته هٽ لوڏي هڪيئي ڪان جدا ٿيون. جهاز مڪمل طرح ٽٽي چڪو هو، ۽ سيني زنده رهڻ ٿي چاهيو. ڪي ٻڏي ويا ۽ ڪن کي تختن جو سهارو ملي ويو. آءٌ جن حالتن ۾ هيستائين پهتو آهيان، اهو فيصلو ڪرڻ مون لاءِ مشڪل آهي ته مان خوشنصيب آهيان يا بدنصيب. هاڻي ته ڪو ڳوڙهو به نه رهيو آهي، جيڪو گذريل وقت کي ياد ڪري وهائجي. پر مون کي ته گذريل وقت به ياد ڪونهي. ڇو ته گذريل وقت جو ڪو وجود ئي ڪونه هو. وقت جي اهميت تيستائين رهندي، جيستائين آءٌ جيئرو آهيان. مرڻ کان پوءِ مون لاءِ ڪنهن به شي جي ڪا ئي اهميت نه هوندي.'

هن هڪ عجيب بيچيني محسوس ڪئي. هن جي من ۾ آيو ته ان اٿڏئل، ڏنڍ ۾ گم ٿيل ڪاهيءَ ۾ ٽپو ڏئي. ٽڪرين مان ٽڪرائيندڙ ڇولين جو زوردار آواز ان خيال تي ڇانئجي ويو. 'مون کي اهڙيون ڳالهيون نه سوچڻ کپن. مون ۾ اڃا ساهه آهي، ۽ ساهه جي سگهه آهي. شايد مان هن خوفناڪ ٽڪريءَ تان سلامتيءَ سان لهي وڃان. پر سمنڊ ۾ گهڙڻ جو ڪو وسيلو ته هئڻ کپي. مان هيئن خالي، ٽٽل سگهه سان هن ويران ٽڪريءَ تي بيهي ڇا ٿو ڪري سگهان! آءٌ ڪڏهن هوس، پر هاڻي ڪجهه به نه رهيو آهيان، هاڻي به اهو مان ئي آهيان، پر اهو ساڳيو نه آهيان. ائين ڇو ٿو ٿئي؟ مان ڪجهه ٿي سگهيس ٿي. مون ته فقط ڌرتيءَ تي پير رکڻ جي دعا گهري هئي — ڪيڏي نه معمولي ۽ سادي سودي دعا. ان ۾ ڪنهن کي ڪهڙو نقصان هو؟ مان ڀليل هوس، مون کي خبر ڪانه هئي ته معمولي دعائون ڪڏهن به پوريون ڪونه ٿينديون آهن. مون سان ويساهه گهاتي ٿي آهي. پر اعتراض ڪرڻ فضول آهي. هتي چونڊ جو حق ڪنهن کي ڏنو ئي نٿو وڃي. مان گهٽو ٿو سوچيان ته نصيب جهڙي واهيات ۽ مهمل شي تي اعتبار ڪرڻ جي لاءِ مجبور ٿيو پيان. سمنڊ مون کي ڌوڙي ڇڏيو. مون کي چونڊ جو ڪو به حق نه ڏنو ويو. جيڪڏهن ڪو حق ڏنو ويو آهي ته فقط ڏنڍ ۾ گم ٿيل گهريءَ کاهيءَ ۾ ۽ بنا ڪنهن سهاري جي وسيع ترين سمنڊ مان ڪنهن هڪ کي چونڊڻ جو. مان موجوده صورتحال ۾ وڌيڪ وقت رهي نٿو سگهان. مون کي ڪونه ڪو فيصلو ڪرڻو ئي آهي. ايڏي ساري سفر کان پوءِ به هڪ مهمل منزل تي ئي پهچي سگهيو آهيان، جتي ٽڪ پڻ جي به اجازت ڪانهي، ۽ سڀڪجهه غيريقيني آهي، سڀڪجهه بڪواس آهي....فريب آهي، بڪواس آهي، بڪواس آهي .... بڪواس، بڪواس....اوه! بند ڪر....بند ڪر.... هي ذهن به بڪواس آهي — سڀ بڪواس آهي'....

هو رڙيون ڪرڻ لڳو. پوءِ سڀ پوري زور سان هنيائين.

هن وڏيءَ مشڪل سان پاڻ تي ضابطو آندو. ’جيڪڏهن ٿڪل ٽٽل ذهن ضابطي مان نڪري ويو ته پوءِ خاتمو يقيني آهي. پر هن حالت ۾ ته ذهن کي ضابطي ۾ رکي ئي نٿو سگهجي. هو ته پاڳلن سوچيندو رهي ٿو. مون کي ڪونه ڪو حيلو هلائڻ کپي.‘ پر جنهن ڳالهه هن کي ديچاريو ٿي، سا هئي تيز هوا. هو ڪنهن به وقت ڏند ۾ گم ٿيل ڪاهيءَ ۾ ڪيري سگهيو ٿي. هن سهمل خيالن کي روڪڻ جي لاءِ هتان نڪرڻ جا طريقا سوچڻ چاهيا، پر ذهن قبضي ۾ نه هو. اهو آٽوميٽڪ مشين وانگر پئي هليو. هن کي خار به آيا ته ذهن کي زور سان پٿرن تي اڇلائي چپ ڪرائي ڇڏي .... سندس ذهن ۾ تيز واچوڙو اٿيو. هن کي لڳو ـــ هو ويو.... ويو.... هن پنهنجيءَ ٽٽل سگهه کي ميڙي پاڻ کي بچائڻ جي ڪوشش ڪئي ’مان پاڻ پنهنجي ذهن کي چيڙي سندس تباهي آڏو رهيو آهيان.‘ هن ڪاوڙ وچان سوچيو. پوءِ هن ذهن کي پنهنجي مرضيءَ تي ڇڏي ڏنو، ۽ پاڻ لاتعلق ٿي ويهي رهيو. خيالن جون لهرون ۽ ويرون هيون، ۽ هن اکيون بند ڪري ڇڏيون هيون.

وقت گذريو پئي يا هڪ هنڌ بيٺل هو، ان ڳالهه جو هن کي سماءُ ڪونه هو. ’ڇا ڪرڻ گهرجي؟ ڏند ۾ گم ٿيل ڪاهيءَ کي پنهنجي آخري منزل سمجهان؟‘ پر ان ڏنل لاءِ اهو فيصلو ڪيس نه آئڙيو. ’وٺڻ ۽ نه وڃڻ جو احساس اڃا

به ٿئي ٿو! هن پاڻ تي کلڻ چاهيو ـ ۽ جيڪڏهن کلڻ بند نه ٿئي ته پوءِ .... جي سان هتي چريو ٿي پوان؟‘ هن کي اهو خيال ڏاڍو دلچسپ لڳو. وري ڪيس پيو خيال آيو ’مان پنهنجي مرضيءَ تي کلي به نٿو سگهان! شايد ڪنهن به شيءِ ۾ منهنجي مرضيءَ جو دخل نه رهيو آهي. اهڙيءَ حالت ۾ چونڊ ۽ فيصلو ڪرڻ، مون کي فقط بيجان لفظ ٿا لڳن. منهنجو اندر خالي آهي، خلا وانگر، ۽ لفظ بيجان آهن. ڪٿان گرمي ملڻ جو امڪان ئي ناهي.‘

’ڇا مان ائين چپ چاپ مري وڃان؟‘ هن سوچيو.

ان وقت هن پنهنجي اندر ۾ هڪ تبديلي محسوس ڪئي. هن جي دل مايوسيءَ جي پاتال مان نڪري، مٿي سطح تي آئي. ’مان اڃا جيئڻ چاهيان ٿو. مون اڃا ڪيو ئي ڇا آهي. اڃا به موقعو آهي، شايد مان ڪجهه ٿي سگهان ـــ گهٽ ۾ گهٽ هڪ رواجي انسان.‘ جيئڻ جي خواهش هن جي ٿڪل ٽٽل ذهن کي ڪجهه تازگي ڏني. هو هاڻي اڳي کان بهتر محسوس ڪرڻ لڳو. ’هڪ ٽٽل ماڻهوءَ جي لاءِ جدوجهد ڪيڏي ڪٺن آهي. پر نه، مون کي هڪ ڀيرو وري ڀيهر شروعات ڪرڻ کپي. هڪ ڀيرو وري آزمائڻ کپي. ٿي سگهي ٿو.... ٿي سگهي ٿو ته‘.... پڌنڌڙ آس وري اڀري آئي. هو هاڻي ڀيهر شروعات ڪرڻ جا ڳهاٽ گهڙڻ لڳو.

هو ٿڪل، خالي ۽ ويران نظرن سان سمنڊ کي ڏسندو رهيو، ۽ بچاءَ جا طريقا سوچيندو رهيو. اوچتو هن کي اڀري کان هڪ نقطو اڀرندو نظر

آيو. هو ان نقطي کي چتائي ڏسڻ لڳو. ’اهو ڇا ٿو ٿي سگهي؟‘ نقطو وڏو ٿيندو ويو ۽ اهو هڪ جهاز هو. هو خوشيءَ ۾ اٿي بيهي رهيو. ’مان بچي سگهان ٿو!... مان بچي سگهان ٿو!‘.... جهاز ويجهو ايندو ويو. هو هڪدم پنهنجي قميص لاهي، زور زور سان ڦيرائڻ ۽ لوڏڻ لڳو. ’من مون تي نظر پئجي وڃين ۽ هن اوڙاهه مان بچائين!‘ جهاز اڳيان وڌي ويو. هو قميص کي جهنڊو بنائي هوا ۾ لوڏيندو رهيو، ۽ جهاز ويو پري ٿيندو. ڦٽنڊيل دل سُسي ويئي. هن جون اکيون جهاز تي چميل هيون، ۽ ٻانهون مٿي قميص کي جهليو بيٺيون هيون. هن کي ياد آيو ته هو هڪ پيرو ڊوڙندو ڊوڙندو پليٽفارم تي آيو هو، ۽ گاڏي هن جي اکيان چٽي وڃي رهي هئي. ساڪت ٻانهون ٽٽل ٽاريءَ وانگر هيٺ اچي ڪريون. نقطو هن جي اکين اڳيان اچڻ لڳو. هاڻي ڪنهن جو به آسرو نه رهيو هو. ’جيڪڏهن ڪجهه ٿي سگهي ٿو ته اهو فقط مان ئي ڪري سگهان ٿو. ٻيا آسرا بيڪار آهن.‘

هن ترهي ڏاهڻ جو سوچيو، ۽ هيٺان هُتان ڪاٺيون ميڙڻ شروع ڪيون. ڏاڍي مشڪل سان ايتريون ڪاٺيون هٿ ڪري سگهيو، جن مان هڪ معمولي ترهو ٺاهي سگهجي. هن ڪپڙا ڦاڙي، نوڙيون ٺاهي، ترهي کي ٻڌو. ترهو مضبوط نه ٺهي سگهيو، پر هن زنده رهڻ ٿي چاهيو. ’مان چپ چاپ مري وڃڻ نٿو چاهيان. هن معمولي ترهي جي سهاري حالتن سان ٽڪر کائيندس. زنده رهڻ جي جدوجهد ڪندي مرڻ، هيئن ماٺ ميٺ ۾ مري وڃڻ کان بهتر آهي. مون ۾ زنده رهڻ جي جدوجهد ڪرڻ جي لاءِ اڃا ڪجهه نه ڪجهه همت آهي.‘ سوچ سان گڏ هن جا هٿ به ڪم ڪندا رهيا. هاڻي ترهو بلڪل تيار هو. هو ترهي کي ڇولين کان بچائڻ جي لاءِ سٺائي مهل جو انتظار ڪرڻ لڳو.

هو وري سمنڊ ۾ هو.

’ڪيڏي عجيب ڳالهه آهي،‘ هن سوچيو، ’مان وري نئين سر شروعات ڪري رهيو آهيان، سڀڪجهه نئين سر حاصل ڪرڻ جي لاءِ. اهو مان نٿو ڄاڻان ته ڪجهه حاصل به ٿيندو يا نه. جيڪڏهن ڪو ڄاڻي، ته پوءِ ايڏي مشاڪت ڇو ڪري. ممڪن آهي ته مون کي ڪجهه به حاصل نه ٿئي. ممڪن آهي ته منهنجو ترهو ٽٽي پئي، پر پوءِ به سمجهان ٿو ته آءٌ جو ڪجهه ڪري رهيو آهيان، بهتر ڪري رهيو آهيان. مان وجود جي بار کان ڀڄڻ نٿو چاهيان. جيستائين ٿي سگهيو، اهو بار کڻندس. اها به جڻ سزا آهي، جيڪا هرحالت ۾ ڀوڳڻي آهي.‘

آسمان کي جڻ ڪنهن ڌوئي صاف ڪري ڇڏيو هو. هيٺ وسيع ۽ لامحدود سمنڊ تي ترهو ڪک وانگر ترندو پئي ويو. هن کي خبر هئي ته ترهو ڪمزور هو. هو معمولي سٽ به نٿي سهي سگهيو. ساڻهون ايندڙ هرڪا لهر ڌمي هو ڊچي ٿي ويو. ان کان تختو وڏيڪ مضبوط هو. ’خبر ناهي ڇو، جيئن پوءِ تيئن سهارا ويندا آهن ڪمزور ٿيندا.‘ ٽڪرين جا سلسلا ختم ٿي چڪا هئا، ۽ هو پري نڪري ويو هو. ’مان

سنئين ۽ سڌيءَ ڌرتيءَ تي پير رکڻ ٿو چاهيان.
هن پنهنجيءَ خواهش کي دل ۾ دهرايو. ڪمزوريءَ
۽ هيڻائيءَ هن جي جسم کي ڪاٺي ڪانئو ڪري
ڇڏيو هو. هن چڱيءَ طرح ڄاتو ٿي ته هن پنهنجيءَ
ننڍل سگهه کي ميڙي اها آخري ڪوشش ڪئي
هئي. ترهو لهرن تي لڙهندو ويو — ڪٿي تکو،
ڪٿي ڍرو. وقت جو ڪو احساس ڪونه هو،
هڪ هنڌ ساڪت هو يا نظرن کان به وڌيڪ
تيزيءَ سان گذرندو پئي ويو. ڪا ڳالهه چئي
ڪانه هئي. مستقبل تي پردا چڙهيل هئا، جن کي
ترهو هڪ هڪ ڪري لاهيندو پئي ويو.... پر
اهي پردا ڪٿا ٿي ڪونه ٿي، مستقبل جا پردا به
شايد بصر وانگر هوندا آهن. کلون ويندا ويندون
هڪ ٻئي پٺيان لهنديون، تان جو باقي ڪجهه به نه
بچندو. مستقبل جي آخري پردي کان پوءِ رڳي
خلا آهي، جنهن جي پاڃ اونده ۾ ڪجهه به
نظر نٿو اچي.

ڏسندي ڏسندي، آسمان تي الائي ڪٿان
ڪڪر گڏ ٿيڻ شروع ٿيا. صاف آسمان ڪارن
ڪڪرن سان گدلو ٿي ويو ۽ سمنڊ جو رنگ
وڌيڪ گهرو ٿي ويو. هن کي وايومنڊل عجيب
۽ دهشتناڪ لڳو. کيس سخت بيچيني محسوس
ٿيڻ لڳي. هوا ۾ تيزي ايندي ويئي، جيڪا
وڌندي وڌندي. لهرون هوا جي تيز مرليءَ تي
نانگڻ جيان ڪنڌ ڪڍيو نچنديون آيون. هو
ڪنبي ويو، ۽ ترهي کي مضبوطيءَ سان چنبڙي
پيو، جيڪو لهرن جا ڏنگ کائي هيڏانهن
هوڏانهن پچڻ لڳو. هن جي دل ٻڏي ويئي.
مرڻينگ حالت ۾ ترهي کي چنبڙيو پيو هو. لهرن
ترهي کي هڪڙي هنڌان ڪڍي ٻئي هنڌ اڇلائي
ٿي ڇڏيو. اوچتو هن کي محسوس ٿيو ته ترهو
ڪاٺي ڪانئي ٿي رهيو هو. اهو نيٺ ٽٽو ٿي
هوا! پر اهو ڄاڻندي به، هو ان لاءِ تيار نه هو.
هو ڌار ٿيندڙ ڪاٺين کي مضبوطيءَ سان چنبڙي
پيو. پر ترهو مڪمل طرح ٽٽي چڪو هو — ۽
۽ ان سان گڏ هو پاڻ به.

'...جهاز هلندي هلندي بند ٿي ويو آهي،
ڪوبه آواز ڪونهي. آخر ڳالهه ڇا آهي! ماڻهو
ڪيڏا نه خوش هئا، پر سندن کل، ٽهڪ، هل
۽ گوڙ بند ڇو ٿي ويا آهن. ڪوبه آواز ڪونهي.
ڪابه روشني ڪانهي. مون کي ڪجهه سور پيو
محسوس ٿئي. هاڻ ۾ ولوڙ آهي، ڄڻ ان کي
ڪو نپوڙي پيو. ڪيڏي عجيب ڳالهه آهي!
سڀ مون کي اڪيلو ڇڏي هليا ويا آهن. مان
به وڃڻ ٿو چاهيان. ڏسڻ ٿو چاهيان ته سڀ ويا
ڪيڏانهن آهن. مون کي ڪابه خبر نٿي پئي،
جهاز ايڏو ڇو لڏي رهيو آهي — ڄڻ ڪا تيز
لڏندڙ پينگهه آهي. مان اٿڻ ٿو چاهيان، پر اٿي
ويهي به نٿو سگهان. منهنجا خدا! مان ڏسڻ ٿو
چاهيان... هي هيڏي اونده ڇو آهي؟' — "ڪو
آهي؟ روشني ڪريو.... ٿوري روشني ڪريو!"

"اڃا جيئرو آهي. شايد ڪجهه چوڻ چاهي ٿو."

هن کي مکين جي ڀڻ-ڀڻ ٻڌڻ ۾ آئي.
هو واريءَ تي ليٽيل هو، ۽ ڪيڏي عجيب
ڳالهه هئي ته هو ورري به بچي ويو هو؛ هن جي
چوڌاري ماڻهو بيٺا هئا، گول ناهيو. ماڻهو چئي

رهيا هئا ته هو ٻاڳن وارو هو جو ڪناري ڪي ويجهو اچي پهتو هو ته طوفان شروع ٿيو. جيڪڏهن ڪناري ڪان پري هجي ها... ته ڪنهن ٻڏابو ته هو سڪرات ۾ آهي. ماڻهو هن تي افسوس ڪرڻ لڳا، ۽ همدردي ظاهر ڪيائون. هو هاڻي مڪمل طرح ٿڪي چڪو هو. ذهن ڦيٿل گهڙيال وانگر هلي هلي بيهي ٿي ويو. هن زور ڪري اکيون کولي ڏسڻ چاهيو. آسمان جو رنگ ڪارو هو، يا آسمان پنهنجيءَ جاءِ تي هو ئي ڪونه؟ رڳي ڪاراڻ هئي، چوطرف. فيصلي ڪرڻ واري ڪا شي نه رهي هئي هن جي اندر ۾. هن وري به ڏاڍي ڪوشش ڪري پنهنجي آسپاس ڏٺو. هن کي ڪاراڻ ڪجهه جهڪي نظر آئي. شايد ڪنهن روشني ڪئي هئي، هن سمجهيو. پر منڊس چوطرف ڪهڙي عجيب مخلوق بيٺل هئي: هئا ته ماڻهو، پر صفا پتڪڙا پتڪڙا، جهڙا لليپٽ جا ڄامڙا. هن کي ڏاڍو عجب لڳو. رڳي رڳي اهي پتڪڙا ماڻهو به اکين کان غائب ٿي ٿي ويا. هن زوردار ڪوشش ڪري وري اکيون کوليون. پري پري تائين ڏند هئي، جيڪا آسمان جي رنگ سان گڏجي ڪاري ٿي وئي هئي. اها گهري ڪاري ڏند وڌندي آئي، ۽ نظر ايندڙ پتڪڙا ماڻهوان ۾ گم ٿيندا ويا. پوءِ اها ڏند تمام ويجهي اچي پهتي، ۽ هن جي ڪليل اکين ۾ گهڙي آئي.

## پاڪستان پبليڪيشنس جا
## ڇپايل علمي ادبي ڪتاب

مهراڻ جون ڇوليون: مرتب ثميره زرين. سنڌيءَ جي مشهور افسانه نگارن جي افسانن جو مجموعو. قيمت ساڍا چار رپيا.

سچل سرمست: مرتب عطا محمد "حامي". سچل سرمست جي سوانح ۽ ڪلام متعلق قيمتي مضمونن جو مجموعو. قيمت چار رپيا.

سوڀون سر ڳهڻ: سنڌيءَ جي رزميه شاعريءَ جو مجموعو. قيمت ۷۵ پئسا.

ماڪ ڦڙا رابيل: مرتب سيد حسام الدين راشدي. سنڌي ادب جي مختلف نثري صنفن تي معياري ۽ تحقيقي مضمونن جو مجموعو. صفحا ۱۹۵، قيمت ساڍا پنج رپيا.

افسانو

# ويچارن جون ويرون

عبدالحق عالماڻي

مسواڙ تي جاين وٺڻ ۾ آءٌ ڏاڍو ڀاڳ وارو آهيان. هن ڀيري به جيڪو فليٽ مليو اٿم، سو ڏاڍو موقعي آهر ۽ ديداربازيءَ لاءِ مناسب آهي. شام گهڻو ڪري فليٽ ۾ ئي گذرندي اٿم. شام جا سونهري ڪرڻا جڏهن شهر جي منگهن مٿان پوڻ شروع ٿيندا آهن، ته ڪوٺن ۽ ڪُڏن تي رونق لڳي ويندي آهي. منهنجي فليٽ جي اترينءَ ڪنڊ تي ڀنگين جو پاڙو آهي. ڀنگياڻيون شام جو اڇيون اجريون ٿي، تلڪ لڳائي، پاڙي ۾ اچ-وڃ ڪنديون آهن ته شام جي رنگن ۾ ڪئين رنگ اوتجي پوندا آهن. پاڙي جا ارڏا ۽ اوٺڙا ڇوڪرا سامهون چونڪ وٽ اچي گڏ ٿيندا آهن. پوءِ اشارا، چاندون، سُرپُر ۽ مستيءَ ۾ ٻڌل ٽهڪڙن جي وارووار ٿي ويندي آهي. شام ٿيندي ئي آءٌ ڪرسي ريڙهي آڳر ۾ اچي ويهندو آهيان. الاجي ڇو، شنڪر ڀنگيءَ جي مون سان ڏاڍي لڳي ٿي. هو پاڙيءَ جو واندو ٿي منهنجي حاضريءَ ۾ اچي ويهندو آهي. شڪل شبيهه ۾ به ناهوڪو آهي، رت رائي آهي، تنهنڪري ڪپڙو پيو لڳندو آهي. سوڙهي پتلون پائي، مٿان وري ٻانهن سان رنگين گنجي اوڍي، جڏهن پاڙي مان اچي لنگهندو آهي ته سندس ذات وارين ڇورين جا ڇيهه ڇڄيو پون. منهنجي لاءِ شام جي چانهه هو ٺاهيندو آهي. اچڻ سان سگڙيءَ ۾ اگر وجهي، چانهه جي تياريءَ ۾ لڳي ويندو. پورا ٻه ڪوپ ٺاهيندو آهي. هو ڪڏهن به پنهنجو ڪوپ الڳ ڪري ڪونه رکي. شروع ۾ هڪ-ٻه ڀيرو مون واري ڪوپ ۾ چانهه پيئندي، مون کي ڇتائي نهاريندو هو ۽ آءٌ مرڪي ڏيندو هوس، پوءِ هن کي ڄڻ اجازت ملي وئي هئي. دوست چوندا اٿم ته تنهنجي قانون ۾ ڪائڻ حرام آهي. ڪافر ۽ مسلمان جو تو ۾ سنڌو ئي ڪونهي. آءٌ سندن اهڙي ذهنيت تي کلي ڏيندو آهيان. الاجي ڇو، مون کي شنڪر مان ڇيپ نه ايندو آهي. مون کي ائين لڳندو آهي، ڄڻ اسين ٻئي جُڳن کان هڪٻئي کي سڃاڻون — جڏهن هن ڏيهه ۾ شنڪر ئي شنڪر هئا، جڏهن هن ديس ۾ اجرڪون ئي اجرڪون هيون، کهنبا هئا، ٻانڌڻيون هيون. ائين محسوس ڪندو آهيان، ڄڻ شنڪر ۽ مان انهيءَ دٻالت ٿيل تهذيب جي هڪ ڪڙي آهيون.

منهنجي فليٽ جي سامهون ننڍڙي ماڙي آهي. شام جو ڪُڏ تي هڪ سهڻي ڇوڪري اچي ويهندي آهي. نه چاهيندي به، هن ڏانهن

نهارڻ تي دل ٿيندي اٿم. هوءَ شوقين ٻه ڏاڍي آهي. هرروز نئون وڳو ڪري ايندي آهي. وار اڪثر ڇڙيل هوندا اٿس. انهيءَ ڏيکاءَ خاطر، ڪو نه ڪو ڪتاب مُنهن آڏو جهليو پيئي پڙهندي آهي. آسپاس کان مون جهڙا پيا شوقين ٻه درين ۽ بالڪنين ۾ اچي گڏ ٿيندا آهن. پوءِ پاڻ وڏائڻ جا انداز، دلربائيءَ ۽ بيخوديءَ جا احساس، .... ڇوڪري اصل فلم جي هيروئن وانگر پيئي لڳندي آهي. اتفاق سان جي وارڻ تي هٿ ڦيريائين ته عاشقن ۾ محشر مچي ويندو آهي. پوياڙيءَ واري پهر ۾ ٻه عاشقن جي پيشانيءَ تي پگهر وري ايندو آهي، پوءِ ردعمل ۾ سندن هٿ ٻه نراڙ تي ڦرڻ لڳندا آهن.

آءٌ اچا انهيءَ عمل ۽ ردعمل واريءَ ڇڪتاڻ ۾ ئي هوس ته شنڪر چانهه جو ڪوپ آڏي اڳيان رکيو هو. مون کي گرمسر ڏسي چيائين، "سائين، خير ته آهي، اڄ اصل اک ئي نٿا ڪڍو انهيءَ ڇوريءَ مان."

آءٌ اچا جواب ڏيڻ تي هوس ته وراڻيائين، "انهيءَ ڇوري گهڻن جا لاهه ڪڍيا آهن. پاڙي ۾ ايڏا ته جهيڙا ٿيا آهن جو ڪئين جوان ميدان ڇڏي ڀڄي ويا. سو مڙيئي خيال ڪجو، متان...." هو جملو پورو ڪري نه سگهيو هو ۽ اسين ٻئي ٽهڪن ۾ اچي پياسين.

مون وڌيڪ دلچسپي ظاهر ڪندي شنڪر کان پڇيو هو، "ڀلا ڪنهن جوان هٿي وڃي هنڌ ڪيو، يا اچا ميدان خالي آهي."

شنڪر مرڪندي وراڻيو، "سائين، اهڙا پاڪ ڪنهن جا. باقي عاشقن کي هڪيئي ۾ ويڙهايو سو مڙيئي گهٽو اٿس. سلام-دعا سڀڪنهن سان اٿس، پر ويجهو ڪنهن کي ٻه اچڻ نٿي ڏي. اهو جيڪو پريان دريءَ ۾ همراهه بيٺل ڏسو ٿا،" شنڪر مون کي وڌيڪ صفائيءَ سان ٻڌائيندي چيو، "سو سندس اصلي چاهيندڙ آهي. ٻه-ٽي سال اڳ سندس گهر ايندو ويندو هو، پر هاڻي ڇوري پڇيس ٻه ڪانه. اچا روح ۾ ريلو اٿس، تنهنڪري دريءَ جي پچر ڇڏي ئي نٿو."

ڪجهه ڏينهن کان آءٌ محسوس ڪري رهيو هوس ته شام جو جڏهن آڳر ۾ اچي ويهندو آهيان ته اهو نوجوان مون کي گهٽو ڇتائي نهاريندو هو. تن ڏينهن مون کي ڪجهه حيرت ٿيڻ لڳي هئي. سوچيو هوم، 'متان هي ٻه مون کي پنهنجو رقيب سمجهندو هجي؛ ڪيس شڪ آهي ته آءٌ نه سندس مال تي هٿ ڦيري وڃان. ڀلا مون کي ڪهڙي لڳي آهي جو آءٌ اهڙيءَ واهيات ڇوريءَ سان لهه وچڙ ۾ ايندس. مون کان وڌيڪ سريلا جوان هن لاءِ اچيو واجهائين. آءٌ ته بس انهيءَ شام جو تماشو ڏسڻ لاءِ اچي ويهندو آهيان.' لڳم ٿو ته انهيءَ سوچي آءٌ ٻه ڪجهه لڪائڻ جي ڪوشش پيو ڪريان. ماڻهو پنهنجو پاڻ کي ڏاڍيءَ سولائيءَ سان فريب ڏيئي سگهي ٿو. بهرحال، انهيءَ من موهڻيءَ صورت کي ڏسڻ لاءِ شام جو آڪنڊ ٿي پوندي هيم.

اها چانڊوڪي رات هئي. آءٌ آڳر ۾ ويٺو هوس. ڪنهن دروازو اچي کڙڪايو هو. منهنجي اڳيان اهو ئي ساڳيو نوجوان بيٺل هو،

جيڪو شام ويل انهيءَ ڇوڪريءَ کي دريءَ مان تڪيندو هو. مون ڪيس وٺي اچي آڳر ۾ ويهاريو هو.

ڪجهه وقت اسين ٻئي هڪٻئي کي تڪيندا رهياسين. هو ڏاڍو پريشان ٿي لڳو. سندس منهن مان مايوسي ۽ محرومي بکي رهي هئي. آخر ٻڏل هانوَ سان مون کي چيائين، ”آءٌ سامهون واريءَ جاءِ ۾ رهندو آهيان، توهان کي روز ڏسندو آهيان، توهان سان ملڻ چاهيم، تنهنڪري هليو آيو آهيان.“

مون کي سندس اهڙي بيحجاب ٿيڻ تي ڏاڍي حيرت ٿي هئي. آءٌ اڃا ڳالهايان، تنهن کان اڳ هن چيو، ”نسرين کي آءٌ گهڻي وقت کان سڃاڻان، اسين ٻئي هڪ ٻي منزل جا پاڙي هئاسين، پر قسمت—“ هو وڌيڪ چئي نه سگهيو هو.

”ڪير نسرين؟ مون کي ته ....“

مون کي هٻڪندو ڏسي، چيائين، ”اها، جيڪا تنهنجي فليٽ جي سامهون واريءَ ماڙيءَ ۾ رهندي آهي.“ هو وڌيڪ چوڻ لڳو، ”مون پنج سال هن سان گهاريو آهي. هي ڏس سندس خط، جيڪي مون سنڀالي رکيا آهن.“ هن فائيل مون ڏانهن وڌائيندي چيو هو. ”اڃا به ڪنهن کي ثابتي کپي ته هي فوٽو ڏسي، جيڪو اسان ٻنهي گڏ ڇڪايو هو.“

تعجب ۽ حيرانيءَ ۾ آءٌ ڪجهه به ڪڇي نه سگهيو هوس. ائين فائيل کولي، خطن تي نظرون ڇمائي ڇڏيون هيم. نيرا گلابي پنا، جن تي سهڻا اکر اُڀريل هئا. ڪنهن خط جي شروعات ”ماءِ ڊيئر“ سان ٿيل هئي، ته ڪنهن جي ”ماءِ سويٽ“ يا ”منهنجا جاني“ جهڙن مٺڙن لفظن سان. سچ ته منهنجي دل تي انهن گلابي سهڻن پنن ۽ مٺڙن لفظن اهڙو اثر ڪيو جو چاهيم ته هي فائيل هن کان ڦري، ڪيس ڌڪا ڏيئي ٻاهر ڪڍي ڇڏيان؛ پوءِ ورجائي هرهڪ خط کي پڙهندو رهان ۽ من ئي من ۾ سونهن جي ساگر ۾ لڙهندو وڃان.

آءٌ اڃا خيالن کي سهيڙي رهيو هوس، ته هن مون کان سوال ڪيو: ”ڇا، توهين اهڙيءَ ڇوڪريءَ سان شادي ڪرڻ تي راضي ٿي ويندا؟“

دل ۾ آيو ته چوانس، ’ها، مان انهيءَ ڇوڪريءَ سان شادي ڪرڻ تي راضي ٿي ويندس‘. پر چئي نه سگهيس، ۽ محروميءَ جي احساس ۾ ٻڏل نظرن سان هن کي ڏسندو ئي رهجي ويس. ڪڏهن ائين به ٿيندو آهي جو اندر ۾ اُڀريل تمنا ڪرندڙ تاري جيان ذهن تي چمڪون ڇڏي، اونداهين ۾ ٽڪي ڇڏيندي آهي. اهڙيون اونداهيون، جن ۾ سڀڪجهه بي معنيٰ آهي. مون کي خيالن ۾ گم ڏسي، هو اٿيو ۽ ويندي چوندو ويو: ”منهنجي دنيا کي لٽڻ جي ڪوشش ڪئي اٿيئي ته مرادن ماڻڻ کان اڳ تنهنجو موت بڻجي ايندس.“

هو ويو هليو هو. آءٌ اڪيلو رهجي ويو هوس. چنڊ گهٽو لڙي ويو هو. پريان پکين جي نيڙي مندر مان اڃا ڇانجهن ۽ ٽلين جو

آواز اچي رهيو هو. هو پڇن ڳائي رهيا هئا. رات جي وهڪ ۾ جهيڻا آواز ڊرڪندا پئي ويا. سُر پڏندا ۽ ترندا، رات جي سانت ۾ پکڙبا پئي ويا. آءٌ آڏي پڊر ۾ ٽهلڻ لڳو هوس. خيال، جن کي ڪو به سنڌو ڪونه هو. ويچار، جن کي ڪابه آئت ڪانه هئي. ائين پئي لڳو، ڄڻ هتي هرڪو هڪبئي کي اپيل آهي. پيار، سونهن، سپنا، سڀ ورهايل آهن. سڀڪنهن کي پنهنجي حصي تي حق آهي.... 'مون کي ڇا مليو آهي ورثي ۾؟'— سونهن جو سوداءَ! تنهنڪري ٽي ته لٽڻ جا الزام اٿم. سونهن چنڊ ۾ به ته آهي، سونهن جانجهه ۽ ٽلين ۾ به ته آهي، سونهن سُرن جي ساگر ۾ به ته آهي. پر انهن جي عشق ۾ ڏوراپو نه آهي. انهن جي پريت ۾ ريت ڪانهي. جيڪڏهن ڏهاڳ آهي ته سهڻيءَ صورت کان. ڏک ۽ ڏنجهه، ميارون ۽ مجبوريون، سانگ ۽ تانگهه، مٽڻ ماڻهن کان ئي ته نصيب ٿين ٿيون. ويچارن جي ور کي ڪابه پيٽي ڪانه هئي. منهنجين سوچن جو وهڪرو انهن ڦبرن جا پيلا پوڙيندو، اکيتي وڌندو پئي ويو. ٻاهرئين در جو کڙڪو ٿيو. مون مُڙي پوئتي نهاريو. شنڪر ٿڙندڙ وکن سان اڱڻ ۾ داخل ٿي چڪو هو. اڄ هو اڳئين وانگر کڙوتڙو نه پئي لڳو. سندس ڪلها ڍرڪيل هئا. اکين تي کيپ چڙهيل هئس. شايد اڄ وري دارون پيتو هئائين. مون کي ويجهو اچي چيائين، "بابو، ويڙي ته پيارا!"

مون سگريٽ هن ڏانهن وڌائيندي چيو، "تو اڄ وري دارون پيتو آهي!"

شنڪر خماريل اکيون کڻي مون ڏانهن نهاريو ڦڪي مرڪ چپن تي آئي، هڏڪي ڏيئي، ڇڇريل آواز ۾ چيائين، "بابو، تون مون کي دارون پيئڻ کان نه جهليندو ڪر. ڏس، نه ته پوءِ پنهنجي ياري...." سندس لفظ هڏڪيءَ ۾ وچڙي رهجي ويا هئا. هو سگريٽ دکائي ڪرسيءَ تي وچي ويٺو هو. آءٌ کيس نهاري رهيو هوس. مون کي پاڻ ڏانهن گهوريندو ڏسي، هن پنهنجاپ سان چيو هو، "يار، هلي آ، ويهه اچي." ندامت جي احساس کان ڪنڌ هيٺ جهڪائي چيائين، "بابو، مون کي پنهنجي حال تي ڇڏي ڏي. ڏس، بابو، تون ناراض نه ٿيندو وڃ. توکي چندرما جو قسم آهي." هن جون کيپ پريل اکيون چنڊ ۾ وڃي کتيون هيون. آءٌ سندس پر ۾ اچي ويٺو هوس. هو لڳاتار چنڊ کي گهوري رهيو هو. سندس منهن تي معصوميت ڇانئجي ويئي هئي.

"اڄ وري ساوتري ڪاوڙجي ويئي اٿئي ڇا؟" مون هن جي نگاهن جو پيڇو ڪندي، چنڊ ڏانهن نهاريندي چيو هو.

منهنجي انهيءَ سوال تي شنڪر کان ڄڻ چرڪ نڪري ويو هو. ائين لڳم، ڄڻ ننڍڙي نينگر جي هٿ مان ڪنهن آرسي ڦري ورتي هجي، جنهن ۾ هو چنڊ جو عڪس ڏسي رهيو هجي. هو مون ڏانهن نهاري ماٺ ٿي ويو هو. منهنجا لفظ سندس هانوَ ۾ وڃي کتا هئا. مون ڏٺو ته سندس اکيون آليون ٿي ويون هيون، اندر

روڙجي رهيو هوس. ڦڙڪندڙ چپن سان، روئڻهارڪو ٿي چيائين، ”بابو، هوءَ مون سان پرتل ٿي ڪڍهن آهي. چوندي آهي ته تون حرامي آهين، بدمعاش آهين! بابو، تون ٿي ٻڌاءِ، آءٌ اهڙو آهيان؟“ شنڪر اهي لفظ اهڙي نموني چيا جو مون کي ائين لڳو، ڄڻ يسوع مسيح ماڻهن جي واتان ائين ٻڌي پنهنجيءَ ماءُ کي چيا هجن.

”بابو، منهنجي ماءُ ميونسپالٽيءَ جي جماندار سان ڀڄي ويئي ته انهيءَ ۾ منهنجو ڪهڙو ڏوهه؟ مون کي سڀ برادريءَ وارا حرامي چوندا آهن، ۽ ساوتري به!“ هن روئڻهارڪو ٿيندي، چيو: ”بابو، سڀ چوندا آهن ته تون حرامي ڦر آهين. تنهنجي ڄمڻ کان اڳ تنهنجي ماءُ ڪنهن مُسلي سان قتل هئي. هاڻي ته مون کي برادريءَ وارا سنگ به نٿا ڏين. ساوتريءَ مون سان ننڍي هوندي رانديون ڪيون هيون. اسين مٽيءَ جا گهرڙا ٺاهي، انهن ۾ سورنيون رکندا هئاسين.“ هو وري چنڊ ۾ گهورڻ لڳي ويو هو. سندس ذهن ۾ يادن جا سپنا سچا ٿيندا ٿي ويا. هو ڪرسيءَ تي اهلي پيو هو. ائين ٿي لڳو، ڄڻ هڪ ٿي گهوُر ۾ وڪريل ماضيءَ کي ويڙهڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. ”بابو، پوءِ ساوتري منهنجي چٽرن مان مٽي کڻي پنهنجيءَ سينڌ ۾ لاٿي هئي. ۽ جڏهن ٻڌائين ته آءٌ حرامي آهيان، منهنجي ماءُ ميونسپالٽيءَ جي جماندار سان ڀڄي ويئي هئي، ته هاڻي هوءَ بلڪل بدلجي ويئي آهي. آءٌ ڳالهائيندو آهيانس ته زور سان پٽ تي ٿڪ اڇلي، منهن ڦيري هلي ويندي آهي.“ ائين چوندي، شنڪر جي اکين مان لڙڪ لڙي پيا هئا. مون ڏٺو پئي، چانڊوڪيءَ ۾ هن جي ڳلن تان لڙڪ لارون ڪري ٿمي رهيا هئا. چنڊ کي گهوريندي هن پئي هٿ کڻي اکين تي ڏنا ۽ سڏڪن ۾ پئجي ويو هو. منهنجي دل به پرجي آئي هئي. چاهيم، آءٌ به هن سان گڏ روئان.... ’ڪيڏا نه دل ڏاريندڙ آهن اهي رسمن ۽ رواجن جا ڪوٽ، جن ۾ نسلن جا نسل ائين گهٽجيو مريو وڃن! محبت؟ جنهن کي ذات پات جي ويڇن ۾ ورهايو ويو، جنهن کي دين ڌرم جي ڌوڙ سان لٽيو ويو، جنهن کي وقار جي وهڪري لوڙهي ڇڏيو، جنهن کي حلال حرام ۾ ورڇيو ويو! ڪارنهن آهي انهن مهانڊن تي، جن انهن بنيادن تي سماجن ۽ معاشرن جا نامنهاد اصول ٺاهي، سڀ ناتا رشتا، لڳ لاڳاپا، بي معنيٰ بڻائي ڇڏيا آهن.‘ منهنجي سوچ تي فلسفي جو رنگ چڙهندو ٿي ويو. الاجي ڇو، سوچيندي به، پاڻ تي بخيلي پئي آيم.... ’آءٌ ته هڪ اهڙيءَ قوم جو فرد آهيان، جنهن جي تهذيب ۽ تمدن کي پانيچاري جا دولاب ڏيئي ڌوڙ ڪيو ويو آهي. صدين کان پاڻرن جو ڀرم ڏيئي، ذات پات، دين ڌرم جا دوکا ڏيئي، اسان جي قدرن کي مٽايو ويو آهي. مون کي ته اهڙيءَ محبت جو روپ گهرجي، جيڪا هن ڌرتيءَ جي سرهاڻ سان واسيل هجي. جنهن مان موهن جي دڙي جي مٽيءَ جي سگنڌ اچي. جنهن مان راڻي سونهنديءَ ۽ ڀاڳيءَ جي غيرت آپري اچي....‘

شنڪر الاجي ڪيڏيءَ مهل اٿي هليو ويو

هو. آءٌ ائين ئي سوچيندو رهجي ويو هوس. سامهون واري اڱڻ ۾ نسرين چانڊوڪيءَ ۾ ٽهلي رهي هئي. ڪلهن تي پکڙيل سندس وار چانڊوڪيءَ ۾ وڌيڪ نکري پيا هئا. اميدون هيون، ارمان هئا، ڪي سپنا هئا، ڪي اولڙا هئا، جيڪي هن کي بيچين ڪري رهيا هئا. ائين ٿي لڳو، ڄڻ هن کي هڪ اهڙي ساٿيءَ جي اون هئي، جيڪو سندس سپنن کي سچو ڪري. ’ڇا، سامهون واري گهر ۾ رهندڙ ڇوڪرو، جنهن وٽ سندس خط به آهن، اهو سندس خوابن جو راڻو ٿي بڻجي سگهي؟ نه، بلڪل نه، هو پڻ مون وانگر هڪ اهڙيءَ قوم جو فرد آهي، جنهن جي پيار ۾ اجرڪ جي ڇُر ٿيل آهي، جنهن جي محبت ۾ ڪينجهر جي ڪنڌيءَ تي پليل پيار جا پاڇولا پيل آهن. جنهن جي چاهت ۾ چيٽ جي چانڊوڪين جا چارا آهن. نسرين کي ته ماڊرن محبوب گهرجي، جنهن وٽ نوابي دربار وارا آداب هجن ۽ ڪنهن رنگيلي بادشاه واري نزاڪت هجي....‘

ڪجهه ڏينهن ٿيا هئا جو اسان جي پاڙي ۾ هڪ نئون خاندان اچي رهيو هو. گهر سان هميشه تيل ۾ ڏوم ۽ مرچن جي سڙڻ جي بانس پيئي ايندي هئي. سندن گهر جي پرواري ڪسي سدائين ڪنن چيٽڙن سان پري پيئي هوندي هئي. اتان لنگهڻ ٿيندو هو ته نڪ تي رومال ڏيئي پوءِ گذر ٿيندو هو. ٻه-ٽي ماڊرن ڇوڪريون، جيڪي بيل باٽم ۽ سوڙهن چولن ۾ ويڙهيل هونديون هيون، سي هر هر دروازي جي چيڪ مٿي ڪنيون نهاريندي ڏسبيون هيون. پاڙي ۾ نئون ڇهڇٽو لڳي ويو هو. هو پاڙي جي گهرن ۾ بيحجاب اچڻوڃڻ لڳيون هيون. نسرين به انهن جي ساهيڙي بڻجي ويئي هئي. ڏينهن جو گهڻو وقت سندن گهر ۾ ئي گذاريندي هئي. فيشن جي ڏيوٽ ٿي. نسرين به بيل-باٽم پائڻ شروع ڪيو ۽ بنا ٻانهن وارو چولو پائڻ لڳي هئي. موٽ ۾ نسرين کي سنڌي پرت جا نمونا به هٽئا پيا هئا. ڇوڪرين جو هڪ جوان ڀاءُ به هو، جيڪو شايد ڪنهن آفيس ۾ ڪلارڪ هو. فيشن ۾ هو پنهنجين ڀينرن کان به وڌيڪ هوندو هو. سوڙهي پتلون پائي، هيرو ڪٽ وارن کي سنواري، جڏهن ڪارو چشمو چاڙهي نسرين جي گهر وٽان لنگهندو هو ته هوءَ نهاريندي ئي رهجي ويندي هئي. نيٺ ڀينرون ڀاءُ جو پرچهلو ٿيون، ۽ هو ٿورن ئي ڏينهن ۾ نسرين سان گهرو ٿي ويو هو. پوءِ گهمڻ ڦرڻ ۽ فلم جا پروگرام ٺهندا هئا. ڀينرن ڏاڍي خوبصورتيءَ سان پاڻ ملهايو. ائين، نسرين ۽ پنهنجي ڀاءُ جي گڏ ٿيڻ جا موقعا پيدا ڪنديون رهيون. ائين پئي لڳو، ڄڻ اها روايت پيئي دهرائجي، جيڪا هزارين ڀيرا هن ڌرتيءَ تي ورجائي ويئي آهي. هر نئين آيل هٽي جي مارئيءَ جي لوئي لاهي ورتي. هر ايندڙ هٽي جي اجرڪ کي چيري ڦاڙي ڇڏيو. پوءِ ڪاڪ ڪڙهندي آهي، وڻ ٻرندا آهن، ۽ سيڪجهه دٻالت ٿي ويندو آهي. هڪ ڀيرو وري هيءَ ڌرتي کهنبا ئي کهنبا ٿي ويندي آهي....

نسرين ۾ گهڻي تبديلي اچي ويئي هئي. سندس ناز انداز سڀ انهيءَ نئين پاڙيسريءَ لاءِ محدود ٿي ويا هئا. ائين پئي لڳو، ڇڻ ڪجهه، ٿيڻ وارو آهي. آءٌ جڏهن نسرين جي اکئين چاهيندڙ کي ڏسندو هوس ته هن تي اداسي ڇانيل هوندي هئي. هو اڪثر وڳاڙو ڏسڻ ۾ ايندو هو. گسين پنڌين گڏبو هو ته هڪ عجيب مايوسيءَ مان نهاري، ڪنڌ هيٺ ڪري هليو ويندو هو. ائين ٿي لڳو، ڇڻ سندس دل تي ڌاڙو لڳڻ وارو آهي. ڪانئس سڀ ڦرجي ويندو. سندس اهڙي بيوسيءَ تي مون کي رحم ايندو هو. پيار؟ جنهن جي شروعات ايڏي ته حسين هوندي آهي جو ماڻهو اڻسونهان پنڌ پڇائي وهندو آهي. منزل جي آسپاس ۾ اڏڏا سودا ڪري وهندو آهي. جڏهن وقت جا واچوڙا حالتن جي لاٽ ۾ تبديل ٿيندا آهن، ته پوءِ هو ماندو ٿي پوندو آهي. سونهن جا سپنا هڪبئي سان ٽڪرائجي ٽوڙ ٿي ويندا آهن. زندگي ڪاريءَ رات وانگر اوري انهيءَ محبتي من مٿان ڇانئجي ويندي آهي. منهنجي اڱڻ ۾ اڄ به چوڏهينءَ جو چنڊ اپريل هو. آءٌ معمول مطابق اچي اڱڻ ۾ ويٺو هوس. پنگين جي ننڍڙي مندر مان جانجهن ۽ ٽلين جا آواز اڀري رهيا هئا. ائين پئي لڳو ته اڄ جانجهن جي جهنڪار ۾ ڪو پڙاڏو هو. ٽلين جا چڻڪاٽ ڪنهن پرانهين پار کان ايندا پئي لڳا. منهنجو ذهن انهن پڙاڏن جو پيڇو ڪندو، تاثر پيدا ڪندو ٿي رهيو. ائين پئي لڳو ته آءٌ وسنديون ۽ واهڻون پار ڪندو هڪ اهڙي پونءَ پيڙو ٿيندو پيو وڃان، جتان مدن مست پوتيءَ جي سرهاڻ پيئي اچي. ڪنواريون ڪوڏ مان مدن مست پوتيءَ جا پوڙا پٽي، نشيلا نيڻ ڪڍي، پاڻ ارپڻ جي آڇ پيون ڪن. شايد وري ڌرتي ڏيڻ جا امڪان آهن. وري مٿان اتر پار کان نيرن نقرن گهوڙن جي سنبن جي ڌوڙ اڏامي آهي. وسنديون مٽيءَ جا دڙا ٿي وينديون. تهذيبون دٻالٽ ٿي وينديون.... 'نه نه، هن پيري ائين نٿو ٿي سگهي!' مون ڪنڌ کي جهٽڪو ڏيئي، خيالن جي پولارمان نڪرڻ جي ڪئي هئي.

ٻاهرئين در تي ٺڪاءُ ٿيو. مون اٿي دروازو کوليو. اهو ساڳيو نوجوان هٿ ۾ فائيل کڻيو بيٺو هو. اسان جون اکيون مليون. ائين لڳو ڇڻ سنڌوءَ جو سڪل پيٽ — سندس اکين ۾ نه جذبا هئا، نه احساس. هو منهنجي سامهون اچي ويٺو هو. ڪڇڻ جي طاقت ٻنهي ۾ ڪانه هئي. هو مون ڏانهن تڪيندو رهيو. مون سگريٽ آڇيو سانس. هن سگريٽ وٺندي مون کي چيو: "توهان کي ياد هوندو ته پهرئين پيري مون توهان کي چيو هو، 'مون کي لٽڻ جي ڪوشش نه ڪجانءِ، نه ته مرادن ماڻڻ کان اڳ تنهنجو موت ٿي ايندس'. پر اڄ آءٌ پنهنجو موت پاڻ ٻنجي آيو آهيان."

"مون سمجهيو ڪونه." مون کيس حيرت سان ڏسندي پڇيو هو.

"نسرين هن نئين پاڙيسريءَ سان ڀڄي ويئي آهي." ائين چوندي، اندر مان هڪ آه نڪتس، ۽ سندس نظرون فائيل ۾ پيل خطن تي ڄمي ويون هيون. مون کي ڪو به تعجب ڪونه ٿيو هو. هن فائيل مان سڀئي خط ڪڍي هيٺ رکيا،

۽ تيلي دڪاڻي انهن کي ٻاهه ڏيئي ڇڏيائين. ٻاهه جا الا سنهڙن نيرن گلابي پنن کي وڪوڙيندا ٿي ويا. هن جون نگاهون شعلن تي ڄمي ويون هيون. پوءِ هن ڪيسي مان فوٽو ڪڍيو، ۽ ان کي گهوريندو رهيو. مون ڄاڇيو ٿئي، سندس اکين ۾ ڳوڙها تري آيا هئا. آخري گهور جيڪا هن تصوير تي وڌي هئي، تنهن ۾ ڪئين ادما ۽ ارمان اوتيل هئا. هڪ لڙڪ لڙي تصوير تي ڪريو، ۽ هلڪو آواز ٿيو. هن هٿ ٻاهه ڏانهن وڌايو، ۽ ٻاهه جي ڇپيءَ وڌي سندس هٿ مان تصوير ڦري ورتي. جڏهن پنا سڙي رک ٿي ويا ته هو اٿيو ۽ مون کان موڪلائڻ کان سواءِ هليو ويو.

آءٌ عجيب ٻڌ-تر ۾ ڦاٿجي ويو هوس. ذهن ۾ ڪئين سوال ٿي اڀريا ۽ ويچارن ۾ ويڙهجي ٿي ويا. ڇاڙهيءَ تي ڪنهن جي قدمن جو دابو پيو. مون مڙي پوئتي نهاريو، شنڪر نشي ۾ چور ٿيو بيٺو هو. مون کي ڏسي، کلندي چيائين، ”بابو، ڏنئي ماوتري به ميونسپالٽيءَ جي جماندار سان ڀڄي ويئي.“ ٽهڪ ڏيندي چيائين، ”منهنجي ماءُ به ڀڄي ويئي هئي نه...ڪيئن بابو، هاڻي سڀ حرامي ٿيا نه؟ سڀني جون مائرون پينرون ڀڄي وينديون آهن. ڪي هٿ سان ڀڄائي ڏيندا آهن، ڪي زوريءَ ڀڄي وينديون آهن. سڀ حرامي اٿئي، ڪوبه حلالي ڪونهي، بابو!“ پوءِ ڏڪي ٿيندي چيائين، ”بابو، باقي تون ۽ مان ڪنهن کي به ڀڄائي نٿا سگهون!....“ هن وري هڪ وڏو ٽهڪ ڏنو.

مون کي ائين لڳو هو، ڄڻ ڌرتي ڌُٻي پيئي هئي. وسنديون غرق ٿي رهيون هيون. اتر پارڪان آپ ۾ راڙون مچنديون ٿي ويون. اصل زوران زوري لڳي پيئي هئي، ڪنوارين جي مٿان اجرڪون لهنديون ٿي ويون، کهنبا سرڪندا ٿي ويا....

# هڪ ديسي عشق جو داستان

امر جليل

مون اڄ رات جو پنهنجي ڪچي گهر جي ڪچيءَ ڇت تي، چڙهي، ڪچي مغز سان هڪ فيصلو ڪيو. مون چاهيو ٿي ته تاريخ ساز تحريڪن جو شاهد آسمان، منهنجي فيصلي جو شاهد هجي. مون آسمان هيٺان ويهي فيصلو ڪيو ته تاريخي روش ڇڏي ڏيندس. ماضي بعيد ۽ حال استمراريءَ جي وچ وارو سلسلو ٽوڙي ڇڏيندس ۽ مجنونءَ ۽ فرهاد جي روحن کي هرگز خوش نه ڪندس. مجنون ۽ فرهاد جو ذڪر ان ڪري ڪيو اٿم جو ٻنهي عشق ۾ برباد ٿي ويا. عشق ۾ برباد ته هرڪو چٽو ٿيندو آهي، پر مجنونءَ ۽ فرهاد جي عشق ۾ بربادي تمام عبرتناڪ آهي، ۽ انڌن لاءِ اکين جو ۽ اکين وارن لاءِ طورسينا جي سرمي جو ڪم ڏيندي آهي. آئين به نه هو ته مان ڪو برباديءَ لاءِ تيار نه هوس. منهنجو مسئلو مجنونءَ ۽ فرهاد کان مختلف هو. هو ٻئي فقط عاشق هئا. مان نه رڳو فهميده سان هڪطرفو ازلي عشق ڪندو هوس، بلڪ پنهنجيءَ پوڙهيءَ ماءُ ۽ بيمار پيءُ لاءِ ڪلارڪي به ڪندو هوس.

عشق جي هڪطرفيءَ باهه ۾ جلڻ ڪري منهنجو هاضمو به خراب ٿي پيو. بک لڳڻ بند ٿي وئي. راتين جي ننڊ حرام ٿي وئي. جيڪڏهن ننڊ ڪٿي ايندي به هئي ته ننڊ ۾ ڀوائتا خواب هنيانءَ ڏاريندا هئا. مون کان سڀڪجهه وسري ويو. ايشيا جي بدحال معاشي تاريخ جي اڻلکيل صفحن مان منهنجي پوڙهي ماءُ ۽ بيمار پيءُ مون ڏانهن اميد ڀريل نگاهن سان ڏسنديون هيون. انهن حالتن ۾ مون روايتي انداز ۾ برباد ٿيڻ بدران، مجنونءَ ۽ فرهاد جي روش کان بغاوت ڪئي.

هاضمو درست ڪرڻ لاءِ، راتين جي رٺل ننڊ کي ريجهائڻ لاءِ، مون فيصلو ڪيو ته فهميده کان ڪجهه نه لڪائيندس، کيس سڀڪجهه ٻڌائيندس. کيس چوندس ته ’فهميده، مون توسان اهڙي محبت ڪئي آهي، جهڙي دل وارا ڌرتيءَ سان ڪندا آهن. مون توسان اهڙي محبت ڪئي آهي، جهڙي سنڌي سڀاجهڙا موج ڀريل مهراڻ سان ڪندا آهن. مون توسان اهڙي محبت ڪئي آهي، فهميده، جنهن جو مثال موت ۽ زندگيءَ جي ڪشمڪش ۾ ته ملي سگهي ٿو، پر عاشقن جي تاريخ ۾ هرگز ملي نه سگهندو.‘ مون آسمان ڏانهن ڏٺو، ۽ چيو، ’مون اقتصادي طرح پيڙيل قوم لاءِ محبت جو حق موٽائي ورتو آهي. مان مرندس ته تنهنجي لاءِ، ۽ جيئندس به، فهميده،

فقط تنهنجي لاءِ.‘ آسمان هميشه وانگر خاموش رهيو. ڪيس منهنجي ڳالهه سمجهه ۾ نه آئي.

مان صبح جو سوير ننڊ مان جاڳيس. ان وقت منهنجي پوڙهي ماءُ مصلي تي ويٺي هئي، ۽ وڏي واڪ پنهنجيءَ بيمار ڌيءَ، يعني منهنجيءَ ڀيڻ، لاءِ دعا گهري رهي هئي، جيڪا اوجها سينيٽوريم ۾ ساهه جهڙي شاهوڪار مرض ۾ مبتلا هئي. دعا گهرڻ کان پوءِ منهنجيءَ پوڙهيءَ ماءُ مون کان پڇيو، ”سويل اٿيو آهين. نماز پڙهندين ڇا؟“

وراڻيم، ”نه.“

پڇيائين، ”ڀلا ڪسرت ڪندين ڇا؟“

”نون ۽ شهيدن سان چرچا ٿي ڪرين.“ کيس ٻڌايم، ”دال-مانيءَ تي ڪسرت نه ٿيندي آهي. اڳ يونيورسٽيءَ جي خرچ تي بابو هوس، تنهنڪري ڪسرت ڪندو هوس.“

”نه پوءِ ايترو سويل ڇو اٿيو آهين؟“

”اڄ آفيس ڪجهه سويل پرو پهچڻو آهي.“

”وري ٿا امتحان وٺنين ڇا؟“

”امتحان!“ مون حيرت مان امڙ ڏانهن ڏٺو. انهن ڏينهن ۾ اسان جي آفيس وارن جي مٿي ۾ امتحانن جو ڏيڏر ويهجي ويو هو. هر ٻئي-ٽئين مهيني امتحان وٺندا هئا، ۽ هڪ-ٻن شهنشاهن کي نوڪريءَ مان ڪڍي ڇڏيندا هئا. (اسين آفيس جا ڪلارڪ هڪٻئي کي شهنشاهه سڏيندا هئاسين.) مون امڙ کي چيو، ”ها. اڄ وري امتحان وٺندا.“

امڙ چيو، ”اڳ ۾ تون اهڙا چار-پنج امتحان ڏيئي ويٺو آهين. هن دفعي ۾ پير چرپنڊي سائين تنهنجي مدد ڪندو.“

مون برش تي پيسٽ ڪڍي ۽ غسلخاني ڏانهن هليو ويس. برش ڪري، ڪانئس پڇيم، ”تنهنجو پير سائين چرپنڊي مڙس ماڻهو آهي، يا لاٽون.“

”وات نه هڻ، موئا مرين!“ امڙ پاراتو ڏيندي چيو، ”پير سائينءَ جي شان ۾ گستاخي نه ڪر.“

”چڱو معاف ڪر.“ غسلخاني مان نڪرندي چيم، ”تنهنجي پير سائينءَ ۾ جيڪڏهن ڪڙ-ڦيل آهي، ۽ قبر مان ڪن ڪڍي تنهنجون دعائون ٻڌندو آهي، ته پوءِ ڪانئس سفارش ڪرائي مون کي ڪا چڱيرڙي نوڪري ته ڏيار، جنهن مان ۽ ويلا ماني ته کائي سگهون. مان سينيمائن جي گيٽ-ڪيپري ڪندي ڪندي ٿڪجي پيو آهيان.“ (گيٽ-ڪيپري منهنجو پارٽ ٽائيم ڌنڌو هو)

”تو جهڙي ڪافر جي پير سائين ڪڏهن مدد نه ڪندو.“ امڙ ڪاوڙجي ويئي. ميز تي چانهه جو ڪوپ رکي هلي ويئي. ويندي ويندي چئي ويئي، ”پير سائينءَ جي باري ۾ بد شد ٿو ڳالهائين، ڪٿي اها ڪلارڪي به وڃائي نه ويهين!“

”ڪلارڪي نه. چئه شهنشاهت.“ مون ٽهڪ ڏنو. پر مون کي پنهنجو ٽهڪ اوپرو ۽ ڪنهن مقبري مان ايندو محسوس ٿيو.

ماڻ چانهه جي ڪوپ مان سرڪيون پرڻ لڳس، ۽ فهميده مان پنهنجي بيپناهه محبت جي اظهار ڪرڻ جون ترڪيبون سوچڻ لڳس. هرهڪ انسان جي زندگيءَ ۾ هڪ دفعو اهڙو وقت به ايندو آهي، جڏهن هو عشق جي اڻانگين راهن ۾ منجهي پوندو آهي. تڏهن، ڪنهن سان الفت جو اظهار ڪرڻ جو خيال مغز کي ڦرٽيءَ وانگر ڦيرائي ڇڏيندو آهي. ان وقت سموري دنيا ڇوڏيل ۾ چڪر کائيندي نظر ايندي آهي. جيئن ڇوڪري وڏيڪ سهڻي، من موهڻي، تيئن ڇوڏيل جا چڪر وڏا ۽ تکا. اهڙيءَ حالت ۾ حياتي سوڙهي بوٽ وانگر اڻوندڙ ٿي پوندي آهي.

فهميده فقط سهڻي، من موهڻي نه هئي. هوءَ پري پيڪر هئي. سونهن ۽ سوڀيا ۾ ڪو سندس ثاني نه هو. هوءَ هر مرد جي ذهن ۾ ديرو ڪيل ڪنهن تصوراتي عورت کان هزارين دفعا وڏيڪ حسين هئي.

فهميده ۽ مان آفيس جي ساڳئي ڪمري ۾ ويهندا هئاسين، جنهن جي پرسان اسان جي وڏي صاحب جو ڪمرو هو. هوءَ وڏي صاحب جي اسٽينوگرافر هئي، ۽ سندس اهم ۽ مخفي ڪاغذ ٽائيپ ڪندي هئي. وڏي صاحب وڏي چالاڪيءَ سان فهميده کي آفيس جي ڊيلِ سؤ عملي کان جدا ڪري ڇڏيو هو. ڊيلِ سؤ جي عملي مان فقط مون کي فهميده سان گڏ ساڳئي ڪمري ۾ ويهڻ ڏنو هئائين. ان مهربانيءَ لاءِ وڏي صاحب وٽ ٻه سبب هئا. هڪ ته مان وڏي صاحب جو بئڪ-ڊور (back-door) هوس، يعني دلال هوس.

هو اينٽيڪريشن جي ڇاپي کان بچڻ لاءِ رشوت ۽ رشوت جو مال منهنجي معرفت وٺندو هو. ٽنهنڪري هو هميشه مون کي پنهنجي ويجهو ويهاريندو هو. ٻيو سبب ته مان بدني بناوت ۾ اهڙو آهيان جو دنيا جي ڪاڻ ڇوڪري پل وچان هڪ دفعو مون ڏانهن ڏسڻ کان پوءِ وري ڪڏهن به مون ڏانهن ڏسڻ پسند نه ڪندي آهي. ماڻهن جو خيال آهي ته جيڪا ڇوڪري سموريءَ دنيا ۾ سڀ وڏيڪ بدنصيب هوندي ۽ آپگهات جو ارادو رکندي هوندي، سا فقط مون سان محبت ڪري سگهندي.

”ڪهڙن فڪرن ۾ پئجي ويو آهين؟“ اما چيو، ”پير سائين چرپنڊيءَ جي مهربانيءَ سان امتحان ۾ چگيرڙو ڪري ايندين.“

مون آهستي چيو، ”جيڪڏهن هوش هئان نه ويو ته پوءِ پڪ ڄاڻ ته چڱو ڪندس.“

زندگيءَ جي سڀ کان وڏي معرڪي لاءِ مون خاص طرح تياري ڪئي. آمريڪن نيوي بلو سرج جو ڪوٽ، اسٽيل گري رنگ جي چوڪڙين واري پتلون، ۽ اڇي قميص پاتم. ڪنڌ تي ميرون رنگ جو مفلر ويڙهيم. لائيٽ-هائوس سئنيما واريءَ گهٽيءَ مان ورتل سيڪنڊ هينڊ آمريڪي ڪپڙا پائي، ٽاٽائي ڪيم. ان وقت مان آمريڪين جي عظمت جو قائل ٿيس، ۽ سندن احسانمند ٿيس. آمريڪين کي سدائين ايشيا جي ٻکين ۽ آڳهاڙن لاءِ دل ۾ درد هوندو آهي (وچ اوڀر، ۽ ڏکڻ اوڀر ايشيا ۾ آمريڪي ڪردار ڪجهه دير لاءِ وساري ڇڏيو).

مان هڪ قديم آئيني آڏو وڃي بيٺس. پنهنجي عڪس ۾ مون کي اهڙي ڪا به خوبي نظر نه آئي، جيڪا ڪنهن حسين ڇوڪريءَ جو ڌيان پاڻ ڏانهن ڇڪي سگهي. عڪس ۾ مان اڳ کان وڌيڪ طاقتور ۽ ڪسرتي پئي لڳس. پر اڄڪلهه جون جديد ڇوڪريون پاور-هائوس پسند نه ڪنديون آهن. اڄڪلهه جون ڇوڪريون سهڻا ۽ نازڪڙا ڇوڪرا پسند ڪنديون آهن، جن جي جنس ڪجهه عرصي کان پوءِ بدلجي ويندي آهي، ۽ اهي ڇوڪرا انهن ڇوڪرين جون ساهيڙيون ٿي پوندا آهن (پڙهو جناح اسپتال جي رپورٽ مسٽر خالد حسين جي باري ۾، جيڪو ڪجهه عرصي کان پوءِ مس خالده ٿي پنهنجيءَ محبوبا جي ساهيڙي ٿي پيو).

پنهنجي عڪس ڏانهن ڏسندي، مون سوچيو ته اسان جي لوڪ ڪهاڻين جا سمورا ڪردار جڙتو يا هٿنوڪيا ناهن. اسان جي لوڪ ڪهاڻين ۾ اهڙين عورتن جو به ذڪر آهي، جيڪي بيحد سهڻيون هيون، پر محبت جنگجو قسم جي جانٺن جوانن سان ڪيائون. ان وقت مون کي پنهونءَ ۽ ميهر جو خيال آيو. پنهون بلوچستان جو هڪ باغي (angry youngman) ۽ جنگجو جوان هو. هو اڪروٽ مڪ سان ڀڃندو هو، چانهي يعني هنداڻو تلوار سان ڪپيندو هو، ۽ ڪارڪون تير ۾ ٽنبي کائيندو هو. ميهار به مانجهي مڙس هو. هو بيحد طاقتور شخص هو. جيئرن سانن جا مٿڪا ڀڃندو هو، ۽ جڏهن ڪاوڙ ايندي هيس، تڏهن هڪ ڏينهن ۾ ٻه-ٽي دفعا چڙهي چناب ندي تري پار ڪندو هو. اهڙيءَ ريت، مان به پنهنجيءَ جاءِ تي زوراور هوس (۽ آهيان). پر پنهون، ميهار ۽ مون ۾ ڪجهه بنيادي فرق هئا. هو ٻئي يار ڏِوَ تي هئا. پنهنجي مان ڪنهن جي به ماءُ گهٽ غذا ڪري جلد ڪرائي نه ٿي هئي پنهنجي مان ڪنهن جي به پيءُ اوجها سينيٽوريم ۾ داخل نه ٿي هئي. هنن پنهنجي ڇٽن مان ڪو به ڪلارڪ نه هو.

”آئيني ۾ ايڏو نه ڏس.“ اما جي آواز تي مون آئيني تان نظرون هٽائي ڇڏيون. اما چيو، ”مان ايندڙ رجب ۾ تنهنجي شادي ڪرائيندس.“

”منهنجي شادي!“ مان هڪدم آئيني وٽان هٽي ويس.

”ها، تنهنجي شادي.“

”پر مان—“

”مون تنهنجي لاءِ هڪ سياڻي ڇوڪري پسند ڪئي آهي.“

”سياڻي فقط بڪري هوندي آهي“

”وري وات ته هڻين!“ اما ڪاوڙجي ويئي.

”وات ڪٿي ٿو هڻان.“ چيم، ”مان ته مٿو پيو هڻان.“

”ته بس، مون جيڪا ڇوڪري تنهنجي لاءِ پسند ڪئي آهي، تنهن سان شادي ڪرڻي پوندءِ.“

”پر مان شادي نه ڪندس.“

”ڇو نه ڪندين؟“

”بس، نه ڪندس، هرگز نه ڪندس.

اما منهنجي آڏو اچي ويٺي، سندس منهن جا گهنج گهرا ٿي ويا. اکين ۾ ممتا ۽ ڪاوڙ گڏ ترڻ لڳس. پڇيائين، ”ڪٿي ڪا ڇوڪري پسند ته نه اچي ويئي اٿئي؟“

مون امڙ کي جواب نه ڏنو. سندس اچڻ وارن کي چمي ڏيئي ٻاهر هليو ويس.

ٻاهر، ڪراچيءَ جو ڪوجهو شهر، ڪنوار وانگر سينگاريل نظر آيو. موٽرار بسون پنيورين ۽ پوپٽن وانگر رنگين ۽ هلڪيون ڏسڻ ۾ آيون. موڪا ماڻهو، منجهيل ماڻهو، هيٺا ماڻهو ۽ هيڪلا ماڻهو، تڙا کڙا ۽ چست چالاڪ لڳا. ڄڻ ڪائنات جي ڪُنل رڪارڊ جو ڪنهن پاسو ورائي ڇڏيو هو.

مان بس-اسٽاپ وٽ وڃي بيٺس، ۽ بس جو انتظار ڪرڻ لڳس. مون محسوس ڪيو، بس-اسٽاپ وٽ بيٺل هرهڪ ماڻهوءَ جي نگاهه مون تي ڄمي ويئي هئي. شايد هنن پرکي ورتو هو ته هڪ ديسي عاشق ٿئي ۾ عشق جو ۽ پيٽ ۾ بک جو پوت کڻي محبت جي معرڪي لاءِ وڃي رهيو هو. بسون هميشه وانگر ڀريل پئي آيون. مون سوچيو ته پنهنجي زندگيءَ جي سڀ کان اهم ڏينهن تي مون کي گهٽ ۾ گهٽ ٽيڪسيءَ ۾ نه، ته آٽو رڪشا تي آفيس وڃڻ گهرجي. پر پوءِ خيال آيو ته جيڪڏهن آٽو رڪشا يا ٽيڪسيءَ ۾ سفر ڪيم ته پوءِ منجهند جي مانيءَ کان محروم ٿيڻو پوندو. اسان جي آفيس-ڪئنٽين جي ماني پنهنجو مٽ پاڻ هئي — هڪ سنهڙي پاپڙ جهڙي ماني، جنهن مان آرپار ڏسي سگهجي، هڪ پتڪڙي پيالي دال جي، ۽ هڪ لِڏ جهڙو شامي ڪباب. اها سموري عياشي پنجاهه پيسن ۾ ملندي هئي. تنهنڪري مون ٽيڪسيءَ ۾ سفر ڪرڻ جو خيال دل مان ڪڍي ڇڏيو، ۽ هڪ ڀريل بس ۾ ٽوڪي پيس، پوئتان ايندڙ پيسنجرن اهڙي جوهه مان ڌڪو ڏنو جو ٻُل ڪاٺي اڳتي هليو ويس، ۽ هڪ سنهڙي سيپڪ جو پير چپائي ڇڏيم.

سنهڙي سيپڪ تمام ڳوري آواز ۾ دانهن ڪئي: ”او بدبخت وانڏا!“

مون هڪدم پنهنجو پير سنهڙي سيپڪ جي پير تان کڻي ورتو. هن جوهه وجهي مون ڏانهن نهاريو. پرون گهنجي ويس. چپ پيڪوڙجي ويس. ڪاوڙ ۾ هو ڪڪل ڪانو جهڙو نظر آيو.

مون ڪانئس معافي ورتي.

هو تڏهن به مون ڏانهن ڏسندو رهيو. پوءِ سندس منهن جي سيٽيل ڪتل ڍري ٿي. اکين مان نفرت ختم ٿيس. چپن تي مرڪ آيس. مون کي ڪلهي تي آهستي ڌڪ هڻندي چيائين، ”يار، مان ڀلجان ته نٿو. تون ڪراچي يونيورسٽيءَ جو هيوي-ويٽ باڪسر، جانو آهين نه!“

مون ذري گهٽ چرڪي ڏانهنس ڏٺو. هُن سنهڙي وقت جي منهن تان دز ڇنڊي ڇڏي. چيائين، ”مان ١٩٦٤-٦٥ جي ڳالهه پيو ڪريان، يار، جانو آهين نه؟“

مون آهستي ورائيو، ”ها، مان جانو آهيان.“

هن حيرت مان پڇيو، ”ڇهن-ستن سالن ۾

توکي چا ٿي ويو آهي. هيوي-ويٽ مان بدلجي لائيٽ ويٽ ٿي ويو آهين!"

مون ڪيس جواب نہ ڏنو. مون ماضيءَ ۾ جيڪي چار چڱا ڏينهن گذاريا هئا، تن کي ياد ڪري، حال کي غمگين ڪرڻ نہ پئي چاهيم.

هن چيو، "تون پوليٽيڪل سائنس ۾ هئين نہ؟"

"ها." مون آهستي ورائيو.

"۽ مان مائڪروبايولاجيءَ ۾ هڪ مک وانگر معمولي شاگرد هوس." هن کلندي چيو، "تون يونيورسٽيءَ جو چئمپين هئين."

مان ماٺ رهيس.

هو ڳالهائيندو رهيو. چيائين، "ايم. اي. ڪيئہ؟"

"ها."

"وڌيڪ پڙهئين؟"

"ايل ايل. بي."

"واه واه، پلا اڄڪلهہ چا پيو ڪرين؟"

"هڪ آفيس ۾ شهنشاهہ آهيان."

"شهنشاهہ!" هن کان ٽهڪ نڪري ويو. چيائين، "مشڪرو ٿي پيو آهين چا!"

ورائيم، "مان ابتر حالتن جي سرڪس جو بدحال مشڪرو آهيان."

هن وڏا وڏا ٽهڪ ڏنا.

"مون مائڪروبايولاجيءَ ۾ ايم. ايس. سي. ڪئي آهي ۽ مان انشوئرنس ايجنٽ آهيان." هن مون سان هٿ ملائيندي چيو، "منهنجو ڌالو عالمگير آهي. مان اڳئين اسٽاپ تي لهندس."

مون ماٺ ميٺ ۾ ساڻس هٿ ملايو. جڏهن وڃڻ لڳو، تڏهن چيائين، "توکي حالتن ناڪ-آئوٽ (knock-out) ڪري ڇڏيو آهي."

جن انسانن جون خوشيون، منهنجين خوشين وانگر ماضيءَ ۾ دفن هونديون آهن، سي وقت جي ٽڪ تان دز لهندي ڏسي آداس ٿي پوندا آهن. مان آفيس تائين آداس رهيس.

مان آفيس ۾ وقت کان ڪجهہ اڳيرو پهتس. فهميده نہ آئي هئي. مان پنهنجي ڪرسيءَ تي وڃي ويٺس، ۽ ايندڙ گهڙين جي باري ۾ سوچڻ لڳس. شڪ جو ڪنڊو روح ۾ چڀڻ لڳو. گمان دل ۾ گهر ڪرڻ لڳو. هڪ سوال جا هزارين پڙاڏا وايومنڊل ۾ گونجڻ لڳا— چا ڪندين، جيڪڏهن فهميده تنهنجي اڻميي پيار جي اظهار تي ناراض ٿي پيئي— چا ڪندين، جيڪڏهن هن تنهنجي بيغرض محبت تي ٺٺولي ڪري وڌي— چا ڪندين، جيڪڏهن اندر جو حال اوريندي، فهميده آڏو پوڪ بڻجي پوين! هزارين پڙاڏن لاءِ مون وٽ فقط هڪ جواب هو تہ جيڪڏهن فهميده خفي ٿي، يا ناراض ٿي پيئي، تہ پوءِ مان پنهنجي وجود ۾ تاريخ جي ناڪام محبتن جا مقبرا کڻي، المناڪ پڄاڻيءَ لاءِ سچ جو سفر ڪندس. مان پنهنجي هٿن سان پنهنجي شڪست جو قتلگاهہ اڏيندس، جتي غمناڪ ويرانين ۾ پنهنجو سر اڏيءَ تي رکندس، مان بيرحم آسمان جون آهي اکيون ڪڍي وٺندس، جن سان هن ازل کان سچ کي ڪچ آڏو هيچ ٿيندي ڏٺو آهي. مان راءِ ڏياچ جي روح کي پنهنجو ۽ پنهنجي ابدي ۽ لازوال محبت جو

شاهد ڪندس، ۽ سِر ڏيندس.

تڏهن اوچتو، فهميده ڪمري ۾ هلي آئي— هميشه وانگر ڪلندي ۽ ماحول کي خوشبوءِ سان معطر ڪندي.

خيالن جو سلسلو ٽٽو ته چڻ اظهار لاءِ گڏ ڪيل لفظن کي به پاڻ سان منتشر ڪري ويو. ذهن پولار ۾ ٻٽڪڻ لڳو، ۽ مون ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو.

”مون کان خفي آهين ڇا، جانو؟“ فهميده ڪرسيءَ تي ويهندي پڇيو.

مون بدحواس ٿي ڪنڌ مٿي ڪيو. فقط ايترو چيم، ”نه،نه.“

بيحد دلفريب مُرڪ سان چيائين، ”نه پوءِ نه دعا نه سلام، مون کي ڏسي ڪنڌ ڪٿي هيٺ ڪيئه!“

”او فهميده، مان پوڪ آهيان، مان پوڪ آهيان.“ مون پنهي هٿ مٿي تي رکي ڇڏيا.

”اڄ خير ته آهي نه توسان؟“ هن ڪجهه حيرت وچان پڇيو.

”خير.“ مون هڪ پَلَ لاءِ فهميده ڏانهن ڏٺو.

”طبيعت ته ٺيڪ اٿئي نه؟“ هن مون ڏانهن ڏسندي پڇيو.

مون چپ چاپ ڏانهنس ڏٺو. اندر ۾ متضاد قوتن جي وچ ۾ جنگ ڇڙي پيئي.... ’ڳالهائين چو نٿو؟— ڪٿي دفن ڪيا اٿئي آهي جملا، جيڪي رات کان آئندي ويهندي گهڙيا اٿئي؟— چوينس چو نٿو، پوڪ، بيوقوف، ته مون توسان اهڙي محبت ڪئي آهي، جهڙي دل وارا ڌرتيءَ سان ڪندا آهن— مون توسان اهڙي محبت ڪئي آهي، فهميده، جنهن جو مثال زندگيءَ ۽ موت جي ڪشمڪش ۾ ته ملي سگهي ٿو، پر عاشقن جي تاريخ ۾ هرگز ملي نه سگهندو— ڳالهاءِ، موڳا منڙ، پوڪ، بيوقوف، ڳالهاءِ!‘

”تون مون کان ڪجهه لڪائڻ جي ڪوشش ته نه پيو ڪرين!“ فهميده پڇيو.

اندر ۾ آوازن جو طوفان اٿي کڙو ٿيو.... ’موقعو هٿان نه وڃاءِ— وقت نه وڃاءِ— اها هڪ گهڙي تنهنجي ايندڙ زندگيءَ جي ڪاتب آهي— چوينس ته فهميده، مون تو کي ايتريءَ شدت ۽ سچائيءَ سان چاهيو آهي جو هينئر منهنجي محبت ۽ عبادت ۾ ڪو فرق نه رهيو آهي. مان ڪافر سهي، ملحد سهي، پر تون منهنجي روح جي عبادتگاهه جو مرڪز آهين.‘

”چڱو ڀلا، ٿوري دير لاءِ پنهنجا فڪر وساري ڇڏ.“ فهميده چيو، ”اڄ ته سڀ کان اول هڪ هڪ ڪوپ چانهه جو پيئون.“

چانهه به آئي، پر دل کي هوش نه آيو.

”ڪا نئين تازي خبر؟“ فهميده روز صبح جو سڀ کان اڳ اهو اٿوڻندڙ سوال پڇندي هئي، پوءِ ڪيتري دير تائين اسين سياست جي اُهڃاڻ ڪندا هئاسين.

پر اُن ڏينهن مون ٽڙيل پکڙيل لفظن کي ميڙي ٺاهي چيو، ”اڄ دنيا جي سڀ کان اهم خبر سنڌ مان نڪتي آهي.“

”ڇا جي خبر. ڪا خاص آهي ڇا؟“

"ها. هڪ ڇوڪرو هڪ بيحد حسين ڇوڪريءَ سان محبت ڪري ويٺو آهي."

"ڇوڪرن جو ڀيو وري ڪهڙو ڪم! اها ڪا خاص خبر ناهي."

"پر هي ڇوڪرو ٻين ڇوڪرن کان بلڪل مختلف آهي."

"مٿي تي سڱ اٿس ڇا؟" هوءَ هڪدم کلي پيئي. مان ڪکو وکو ٿي ويس.

تڏهن هن اوچتو پڇيو، "ڪٿي تون ته ڪنهن ڇوڪريءَ سان محبت ڪري نه ويٺو آهين، جانو؟"

وقت جي ڪاتب قلم هٿ ۾ کنيو، پر لفظن جو ميڙ چڙوچڙ ٿي ويو. مون ڪجهه نه چيو.

فهميده چيو، "فقط ڇوڪرا محبت ڪندا آهن. تون محبت نه ڪجانءِ، جانو! محبت ۾ انسان کي موت ۾ درد کان سواءِ ڪجهه نه ملندو آهي."

پڇيومانس، "سمجهه ڪٿي ته مون ڪنهن سان محبت ڪئي آهي. پوءِ؟"

هن آڱرين ۾ آڱريون جڪڙيندي چيو، "ته پوءِ تون پاڻ کي برباد ڪري ڇڏيندين."

"هينئر ڪهڙو آباد آهيان، جو محبت ڪرڻ کان پوءِ برباد ٿي ويندس!" مون وراڻيو، "مان زندگيءَ جي ڪشمڪش ۾ روزانو ارڙهن ڪلاڪ ڪم ڪندو آهيان، ۽ پنهنجيءَ پوڙهي ماءُ ۽ بيمار پيءُ لاءِ ٻن وقتن جو ويلو ڪمائيندو آهيان."

هوءَ دريءَ کان ٻاهر نهارڻ لڳي. ڪجهه دير تائين هوءَ خاموش ويٺي رهي، ۽ پوءِ پنهنجو شارٽ هينڊ نوٽبڪ کڻي وڏي صاحب جي ڪمري ڏانهن هلي وئي.

فهميده جڏهن هلي وئي، تڏهن مان ڪمري ۾ بلڪل اڪيلو رهجي ويس. ان وقت مون دنيا جي معاشي تاريخ مان ڪنهن اهڙي ڪردار کي ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي، جنهن پيٽ بکيو رکيو هجي، ۽ عشق ڪيو هجي.

ٿوريءَ دير کان پوءِ فهميده وڏي صاحب جي ڪمري مان ٻاهر آئي. چپن تي دلفريب مرڪ هيس. چيائين، "صاحب وڏو مهربان آهي. مون کي پنجاهه رپين واري ساليانې انڪريمينٽ ڏني اٿائين."

"۽ منهنجي پنجن رپين واري ساليانې انڪريمينٽ بند ڪئي اٿائين!"

"ڇو؟"

"مون کي الفلاح سئنيما ۾ ڏسي ورتو هئائين."

"گيٽ-ڪيپري ڪندي؟"

"ها."

فهميده جي چپن تان مرڪ گم ٿي وئي. چيائين، "تون ڀيو ڪو پارٽ-ٽائيم ڪم ڇو نٿو ڪرين."

"پارٽ-ٽائيم ڪم سڀئي هڪجهڙا هوندا آهن." مون وراڻيو.

هن بي آراميءَ مان ڪرسيءَ تي پاسو

ورايو. پوءِ هڪ ڪاغذ ڪڍي ٽائيپ رائيٽر ۾ وڌائين.

مون کيس سڏ ڪيو، ”فهميده.“

”جيءُ.“

”اڄ دنيا ۾ هڪ تمام اهم خبر جو چوٻول آهي.“

”ڪهڙي خبر؟“

”ته ڪو ڪنهن سان محبت ڪري وينو آهي.“

”او جانو! اها ته پلا ڪا خبر آهي!“ هن کلندي چيو.

”ها.“ مون چيو، ”جڏهن ڪو نا اهل ڪنهن سان محبت ڪري ويهندو آهي، تڏهن اها دنيا جي سڀ کان وڏي خبر هوندي آهي.“

ڪجهه حيرت وچان پڇيائين، ”محبت ڪرڻ لاءِ ڪهڙي قسم جي قابليت جي ضرورت هوندي آهي؟“

ورائيم، ”هڪ وڏي چلڪندڙ موٽر، وڏو بينڪ-بيلنس ۽ وڏي قد بت تي هڪ وڏو پيٽ.“

”ڪٿي تون اهو ته نٿو چوين ته فقط سماج جي درياهي گهوڙن کي محبت جو حق آهي.“

فهميده اداس ٿي ويئي. چيائين، ”هو محبت سان ڇا ڄاڻن، جانو. هو محبت نه ڪندا آهن.“

فهميده جي غمگين لهجي ڪمري جي ماحول کي اوچتو ئي اوچتو اداس ڪري ڇڏيو. هوا ۾ چڻ خزان جي گيتن جي مبهم گونج شامل ٿي ويئي. ڪمري جي خاموشيءَ ۾ پوسٽ جو احساس ٿيڻ لڳو. تڏهن پيهر، فهميده کلي پيئي. مون سندس کلڻ پٺيان ڏک جو ڏونگر ڏسي ورتو، جنهن جو هن ڪڏهن اعتراف نه ڪيو هو. هن کلندي چيو، ”مان به وڏي ڪا بيوقوف آهيان. هٿي ماحول کي اداس ڪري ڇڏيم.“

مان ڏانهنس ڏسندو رهيس.

هن ٿڌو ساهه کنيو، ۽ چيو، ”هاڻي ٻڌاءِ ته اهو ٻوڪ ڪير آهي، جيڪو ويهين صديءَ جي آخر ۾ ڪنهن سان محبت ڪري وينو آهي.“

”وساري ڇڏ دنيا جي ٻوڪن کي، جن ڪڏهن محبت ڪئي هئي.“ مون وکريل لفظن جي ميڙ مان ڪجهه ڪٺا ڪڍي ورتا. چيم، ”تون منهنجي مدد ڪر.“

”ڇاجي مدد؟“ هن حيرت مان پڇيو.

مون جملن کي واڳ وجهندي چيو، ”مون کي ٻڌاءِ فهميده، جيڪڏهن مون کي ڪنهن ڇوڪريءَ سان محبت ٿي وڃي، ته پوءِ پنهنجي بيپناهه محبت جو اظهار ڪرڻ لاءِ مون کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟ مون ان ڇوڪريءَ کي روح جي گهرائين مان چاهيو آهي. مون پنهنجي حياتي سندس تصور جي حوالي ڪري ڇڏي آهي. مون کي ٻڌاءِ فهميده، ته مان کيس پنهنجي چري چاهت ڪيئن سمجهايان— ڪيئن سمجهايان!“

فهميده هڪدم پنهنجي ڪرسيءَ تان اٿي آئي ۽ منهنجي ميز آڏو اچي بيٺي. پنهنجين سمنڊ جهڙين گهرين اکين سان منهنجين وياڪل اکين ۾ ڏٺائين.

پوءِ آهستي، اهڙي آواز ۾، جنهن تي جهرڪ

جو گمان ٿئي، فهميده پڇيو، ”آها ڇوڪري ڪير آهي؟“

جواب ڏيڻ بدران، مون پنهنجو جملو ورجايو: ”مون کي ٻڌاءِ ته مان ماڻس پنهنجي محبت جو اظهار ڪيئن ڪريان— اهڙي محبت، جنهن جو مثال سنڌ کان ٻاهر ملڻ محال آهي— اهڙي محبت، جيڪا فقط ايشيا جي بدحال قومن جا باغي ڪري سگهندا آهن.“

تڏهن اوچتو، فهميده جي ٽيبل تي وڏي صاحب جي انٽرڪام فون جي گهنٽي وڳي. هوءَ پنهنجي ميز ڏانهن موٽي ويئي، ۽ فون جو رسيور کڻي صاحب جي ڳالهه ٻڌڻ لڳي. رسيور رکندي چيائين، ”صاحب کي مٿي ۾ ڪا اٽڪل آئي آهي. مان ڊڪٽيشن وٺڻ ٿي وڃان.“

هن پنهنجو ڊڪٽيشن-نوٽبڪ کنيو، ۽ ويندي ويندي منهنجي ميز آڏو اچي بيٺي. چيائين، ”منهنجو هڪڙو ڪم ڪندين، جانو؟“

”ڇٽئه.“

”پوري ڏهين لڳي مسٽر شهيد علي نالي هڪ شخص مون کي فون ڪندو. چئجانس، مان ٻڌايل جاءِ تي وقت سر پهچي ويندس.“

”ڪٿي؟“ مون کانئس پڇيو، ۽ پوءِ هڪدم پنهنجيءَ غلطيءَ ۽ بيوقوفيءَ جو احساس ٿيم.

فهميده چيو، ”شهيد عليءَ کي سڀ خبر آهي. تون فقط ايترو چئجانس ته مان صاحب جي ڊڪٽيشن پيئي وٺان. پڪ ڏيارجانس ته مان وقت سر پهچي ويندس، فڪر نه ڪري.“

هوءَ صاحب جي ڪمري ڏانهن هلي ويئي.

منهنجي اندر ۾ محبت جي عبادتگاهه جا ڪنگرا ڪِري پيا. دل درد جي سمنڊ ۾ لڙهي ويئي ۽ روح رڃ ۾ رلي ويو.

پوري ڏهين لڳي فون جي گهنٽي وڳي. دل چاهيو ته ڪاري ڪوجهي فون جو هڪ هڪ پرزو ڪڍي ڇڏيان. پر جيڪي دل چاهيو سو نه ڪيم. فون جو رسيور کڻي ڪن سان لڳايم. ڪجهه نه چيم.

رسيور مان آواز آيو، مان شهيد علي پيو ڳالهايان.

مون ڪجهه نه چيو.

”هيلو، فهميده!....فهمي!“

مان ٻڌندو رهيس.

”تون ڳالهائين ڇو نٿي، پياري!“

منهنجي رڳ رڳ ۾ نفرت جو زهر پرجي ويو.

”ڳالهاءِ، فهمي!“

صبر ۾ منهنجو ساهه منجهڻ لڳو.

”يلا اها به ڪا ڳالهه آهي جو ڳالهائين نٿي.“

اندر اڌ ٿيڻ لڳو.

”فهمي، پياري، ڳالهاءِ.“

مون کي ڪلهن تي پنهنجي صليب جو بار محسوس ٿيڻ لڳو.

شهيد عليءَ هڪدم ڪاوڙ منجهان چيو، ”ڪالهوڪيءَ ڳالهه تي جيڪڏهن اجا تائين ڇوڪيل آهين ته پوءِ وڃي جهنم ۾ پئه. منهنجي لاءِ ڇوڪريون ڪٿيون ناهن!“

هن وڏي آواز سان فون بند ڪيو.

مون رسيور رکي ڇڏيو.

مون سٽنڌ سٽنڌ ۾ سور محسوس ڪيو. ڇپر ڇپون ٿي پيا. روح کي پرنڌڙ جبل جو لاوو جلائڻ لڳو. اکين وسڻ جا ويس ڪيا. مان ڪرسيءَ تان آٿي، دريءَ وٽ وڃي بيٺس. ٻاهر آس هئي، روشني هئي، پر منهنجي وجود تي ڪائنات جي سموري اونده لهندي آئي. مان، منهنجو سرڪش روح، منهنجي مجبور دل، اونده جي تهن هيٺان دفن ٿيندا ويا.

# ٿر ۽ ان جا ماڻهو

فيض محمد سومرو

ٿرپارڪر ضلعي جو وڏو حصو پٽن ۽ ڏڙن سان ڇانيل آهي. انهن جي وچ ۾ ننڍا وڏا ڪيترائي ڳوٺ ليندا. سڄو علائقو خشڪ ۽ وارياسو آهي، ۽ هندستان جي ڪڇ- جيسلمير سرحد سان لاڳيتو آهي. هتي جا ڳوٺ ۽ گهر به خاص نوعيت جا آهن. شاهه جي سورمي، مارئي، هن ئي علائقي جي هئي. "عمر-مارئي" جي مشهور داستان ۾ سندس لافاني ڪردار، هن خطي کي تاريخي اهميت ڏيئي ڇڏي آهي.

ٿر جي علائقي ۾ ڪيترا ئي شهر آباد آهن، جن مان مٺي، ڏيپلو، ننگرپارڪر ۽ ڇاڇرو قابل ذڪر آهن. ڇاڇرو ٿر جو سڀ کان وڏو تعلقو آهي، ۽ ٢٨٩٦ چورس ميلن ۾ ڦهليل آهي. ڳوٺ ۽ واهڻ ته هزارين آهن، جيڪي واريامن پيچرن ۽ گسن ذريعي هڪٻئي سان ڳنڍيل آهن. ننگرپارڪر سان لاڳيتي ڪارونجهر ٽڪرين جي قطار آهي.

ٿر علائقي جا گهرڙا گهڻو ڪري هڪ ئي طرز جا هوندا آهن — چونئرا، ڪاڻين ۽ ڪکن ڪانن مان ٺهيل ۽ گاري سان لنبيل، ۽ وڏا ۽ ويڪارا اڱڻ. مٺي، اسلام ڪوٽ، ڇاڇري، ڏيپلي ۽ ننگرپارڪر ۾ ٿوريون گهڻيون پڪسريون جايون به ڏسڻ ۾ اينديون. نئون ڪوٽ- اسلام ڪوٽ ۽ مٺي-ننگرپارڪر رستن تي ڏهن-پندرهن ميلن جي فاصلي تي مسافرخانا به ٺهيل آهن. هنن رستن تي کوهه به کوٽايل آهن.

چوڻي آهي ته "وٺو ته ٿر، نه ته بر." ٿرين جو جياپو برسات تي ئي مدار رکي ٿو. هونئن جيڏانهن به نگاهه ڪبي، ته پٽون ۽ ڏڙا ڏسبا ملڪ سڄو پڙپانگ لڳو پيو هوندو. وڻ ٻوٽا سڪا ٺوٺ ٿيا پيا هوندا. پر ٻه-چار ڇنڊڻ پيون، ته منجهن جان پئجي ويندي، ۽ ڏسندي ڏسندي چوطرف گلزاري لڳي ويندي. پوک رکيو ڏهرن ۽ ماٿرين ۾ ٿئي. عام طور جوئر ۽ باجهر جا فصل پوکيا ويندا آهن. البت ننگرپارڪر پاسي ڪڻڪ به پوکي ويندي آهي.

برسات وسي بس ڪئي، ته هاري هرسنياريندا. چوپايو مال ٿرواسين جي سڀ کان وڏي دولت آهي. انهن جي پرگهور هو پنهنجيءَ جان کان وڌيڪ ڪن. اٺ، ڍڳيون ۽ مينهون، رڍون ۽ ٻڪريون سڄيءَ رات پيون چرندون. صبح ڪاهي ايندا وٿاڻن تي، ۽ کير ڏهندا. ٿر ۾ سفر گهڻوتڻو ٿئي ئي اٺ تي. انهيءَ ڪري اٺ خاص طور

پاليا وينداآهن. ساڳئي وقت اهي ٻار ڏيڻ جي به ڪم اچن. جنهنڪري اهي مقامي ماڻهن جي وڏي حصي جي جياپي لاءِ به وڏو سهارو آهن.

چوٽل، ساميوبري، پوڏيسر، تڙ ڪام ۽ ڪاسبو ٿر علائقي جي مشهور ڳوٺن ۾ ڳڻيا وڃن ٿا. اهي ڳوٺ سنڌ-جوڌپور- جيسلمير سرحد جي ويجهو آهن. انهن جي اڪثر آبادي، ڪوسا قوم جا ڀروچ آهن. مالوند ماڻهو گاهه ٻٽي جي سانگي اڪثر چراگاهن جي ڀر ۾ ڳوٺ اڏي ويهن. ڳوٺن کي واهين، ويري يا ڪوهي ڪوٺين. هرڪنهن ڳوٺ کي پنهنجو تڙ يا ڪوهه هوندو آهي. وڏن ڳوٺن جا ڪيترا ئي تڙ ۽ ڪوهه هوندا آهن. ڪوهن جو پاڻي گهڻو ڪري ٻاڙو هوندو آهي، پر ٿرواسين لاءِ اهو وڏي نعمت آهي. البت ننگرپارڪر پاسي ڪوهن جو پاڻي مٺو هوندو آهي. اهي ڪوهه ڳوٺ کان البت پرانهان هوندا آهن. جتان ٻار ٻچو وڏن وڏن مٽن ۽ دلن ۾ پاڻي ڀري ايندو آهي. ڪي ماڻهو اٺن ۽ گڏهن تي به پاڻي آڻين.

ڳوٺن ۾ هڪ ئي ڪٽنب جي پاڙين جا گهر گهڻو ڪري گول دائري ۾ ٺهيل هوندا آهن. ڳوٺن کي وڏا لوڙها ڏنل ڏسبا. خاص ڪري مسلمانن جي ڳوٺن جا لوڙها ايترو اتانهان هوندا آهن، جو ڪو اٺ-سوار به هوند اندر جي ڪا شيءِ ڏسي نه ڏسي.

هرڪنهن ڳوٺ کي پنهنجي اوطاق هوندي آهي، جنهن ۾ آيو ويو پيو ترسندو آهي. ڪنهن جو مهمان آيو، ته ان کي به اتي ترسائيندا. ٿرواسي نهايت مهماننواز آهن. پنهنجي حال سارو آيل جي ٽهل ٽڪور ۾ پير پوئتي نه پائين. چوپائي مال جا واڙا ڳوٺ کان ٻاهر هوندا آهن.

ڳوٺ جو پريو مڙس پٽيل سڏجي. ڳوٺاڻن جي زندگيءَ ۾ پٽيل اهم ڪردار ادا ڪري ٿو. هو انهن جا ننڍا وڏا تڪرار نبيري ٿو. پنچائتي ۾ زالون ۽ مرد گڏجي ڪم ڪن.

اڪثر ٿرواسين جي گهرن ۾ رات جو بتي ڪونه ٻري. تيل جي ڪميابيءَ ڪري هو رڌ-پچاءَ ۽ ڪاڏي پيتي کان سج لٿي کان اڳ ئي واندا ٿيو وڃن. روشنيءَ ۽ ٽاٽن جو ڪم هو چنڊ ۽ تارن کان وٺن. رات جو سوير سمهڻ ۽ سوير اٿڻ سندن معمول آهي.

ٿر ۾ قسمين قسمين جا نانگ بلائون آهن. جنهنڪري هر سال ڪيترا ٿري ويچارا نانگن جي ڏنگن جو شڪار ٿيو وڃن. ان کان علاوه، هتي ڪي طبي سهولتون به ميسر ڪونهن. پيئڻ بلا انهن مان نهايت خطرناڪ آهي. هر سال گهڻن ٿرين ويچارن جو انت آئيو چڏي. چون ٿا ته پيئڻ جو ڪاٽل ڪو ورلي بچندو آهي.

ننگرپارڪر ٿر جو قديم شهر آهي. ڪارونجهر ٽڪر ان جي ڀر ۾ آهي. پاڪ-هند سرحدي لائين کان ڪي ٿورا ميل اندرڀرو آهي. ڪاسبي جو ڳوٺ ان کان پنج ميل ڏکڻ-اوڀر ۾ آهي، ۽ سرحد جي بنهه ويجهو آهي. اتي ڪسٽم چوڪي به آهي. ننگرپارڪر ڪارونجهر ٽڪر ۽ ان جي پسگردائيءَ ۾ ڪترا ئي تاريخي

يادگار آهن. ننگرپارڪر واپار جو وڏو مرڪز آهي. ڪن ڏينهن ۾ کهرو هنرن ۽ دستڪارين، خاص ڪري نوارن جي اُٽت سبباڻ گهڻو مشهور هو. پر مقامي هنرمندن ۽ ڪاريگرن جي سرپرستي ۽ همت افزائي نہ هئڻ ڪري، هاڻ دستڪارين جو اهو شان ۽ مان نہ رهيو آهي. البت اڄ بہ ننڍي پيماني تي هتي ڪپڙي جي اُٽت جو سٺو ڪم ٿئي ٿو.

ننگرپارڪر هڪ رستي ذريعي نئون ڪوٽ سان ڳنڍيل آهي. ٻنهي جي وچ ۾ فاصلو ١٠٩ ميل ٿيندو. ٻهرين مسافري ۽ باربرداري صرف اُٺن تي ٿيندي هئي، پر هاڻ بس رستي اوڏانهن وڃي سگهجي ٿو. هتي مسلمان، هندو، ڪولهي، ڀيل، راجپوت ۽ ٺڪر، سڀ رهن ٿا. ساردڙي ۽ ڪوردڙي جي ٻهاڙين تي هندن جا مندر آهن. ننگرپارڪر کان ٽي ميل اوڀر ۾ ڀوڏيسر جو وڏو ڳوٺ آهي. ان جي ڀرسان وڏي ڍنڍ آهي، جنهن ۾ بارهو ئي پاڻي رهي ٿو. ڍنڍ جي ڪپ تي ڪي قبرون آهن، جن تي عربيءَ ۽ فارسيءَ ۾ ڪتبا لکيل آهن. قبرن جي ديکھ تمام وڏي آهي. اِتي مشهور آهي تہ اهي محمود غزنويءَ جي سپاهين جون قبرون آهن، جيڪو سومنات کان هتي اچي ترسيو هو.

ٿر جي علائقي ۾ بلوچ، سما، سانگ، چانگ، سيد، خاصخيلي، ۽ مسلمانن جون ٻيون ذاتيون رهن ٿيون. هتي هندن ۾ ٺڪرن کي مٿانهون درجو حاصل آهي. هندن جون ٻيون وڏيون قديم ذاتيون ٻانيڻ ۽ چارڻ آهن. ٺڪرن کي پنهنجيون ننڍيون وڏيون جاگيرداريون آهن. هو پنهنجي مخصوص ڪردار ۾ قديم ثقافت کي زنده رکندا پيا اچن. گهڻو هٺيلا ۽ جوشيلا آهن. ڀاٽ هتي جا گويا ۽ چُرندڙ ڦرندڙ اخبارون آهن. سندن گذارو شادين مرادين ۾ گهورگهت يا فصل لهڻ مهل هرهڪ کان مُٺ-مُٺ ٻاجهر وٺڻ سان ٿئي. مسلمان ڀاٽن جو گهڻو خيال رکندا آهن.

ٿر جي سرحدي علائقي ۾ مختلف هندن تي ايڪسائيز، ڪسٽم ۽ پوليس جون چونڪيون آهن. پوليس هتي جي بلوچن، ٺڪرن، خاصخيلين، وغيره تي مشتمل آهي.

عمرڪوٽ جو تاريخي شهر، ڇاڇري شهر جي ويجهو، ڏکڻ طرف آهي. ڪنهن زماني ۾ سومرن جو تختگاهہ هو. اڪبر بادشاهہ هتي ڄائو هو. ان جو يادگار شهر جي اُتر ۾ ٿوري پنڌ تي آهي. هتي سياحن جي آمدرفت بہ رهندي آهي. تازو هتي هڪ ميوزيم بہ ٺهرايو ويو آهي. عمرڪوٽ ٿر علائقي جو وڏو تجارتي مرڪز پڻ آهي. ”عمر-مارئي“ جي لافاني داستان سبباڻ بہ هن شهر کي وڏي اهميت حاصل آهي.

ڏيپلو هن خطي ۾ هڪ اهم شهر ليکيو وڃي ٿو. هتي جا ماڻهو اڪثر تعليميافتا آهن، ۽ سرڪاري نوڪرين ۾ رڌل آهن. هن جي ڀرسان ڍنڍون آهن، جن مان لوڻ نڪري ٿو. ان کان سواءِ ٿر جي ٻين بہ ڪيترين هيٺانهين ايراضين مان بہ ڪچو لوڻ نڪري ٿو، جنهن تي ڪيترن غريبن جو گذارو آهي. انهن هنڌن تان ٿوري مقدار ۾ شورو بہ لڀي ٿو.

ٿر جا ماڻهو ڏاڍا سادا آهن. ڪي ته ويچارا اهڙا آهن، جن ڪڏهن ريل گاڏي به ڪانه ڏٺي آهي. سندن رهڻي ڪهڻي تمام سادي آهي: سادو کائين، سادو هنڊائين. ڪٿا سندن اوڍڻ پهرڻ آهي. البت سگهارا ماڻهو سوٽي ۽ ريشمي ڪپڙو به پائين.

ٿر جون شاديون به نهايت سادي نموني ٿين. گهڻي ڏاجي ۽ ڏيتي ليتي تي وڏي خرچ ڪرڻ جي ضرورت ئي ڪانهي. ان جي باوجود، ٿرواسي ان کي ڏاڍي جوش ۽ خروش سان ملهائيندا آهن. عورتون سهرا ۽ لاڏا، شادي کان مهينو کن اڳ ئي شروع ڪري ڏين. روز شام جو ڳائڻ وڄائڻ ٿئي. ڍولڪي، جهوڙا ۽ جهومر هتي جا مشهور ناچ آهن. وناهه به شادي کان مهينو کن اڳ ٿئي. شادي مهل خوب ساٺ سٿون ڪن. ڪنوار جا زيور عام طور عاج ۽ چانديءَ جا ٺهيل هوندا آهن. سندن خاص زيور ٻانهين، چوڙيون، بولو، هٿس، ڪنگڻ، واليون، ايرنگ وغيره آهن. البت گهوٽ کي سٺي سٿون خاطر، ڪنوار لاءِ ڪو نه ڪو سونو زيور گهڙائڻو پوندو آهي. ان جي عيوض ڪنواريتا وري هڪ اوني لوئي يا ڪٿو گهوٽ کي ڏيندا آهن. اها رسم مارن، مسلمان ٻانيئڻ، ٺڪرن ۽ جتن ۾ رائج آهي. گهوٽ کي شاديءَ وقت ڳاڙهو پٽڪو ضرور ٻڌڻو پوندو آهي. شاديءَ واري شام جو گهوٽ جي ماءُ يا ڀيڻ گهوٽ جي ٻانهن ۾ ”رکڙي“ يا سٽن رنگن جو ڌاڳو ٻڌندي آهي. ان موقعي تي سڄي ڪٽنب جون ڇوڪريون ڪٺيون ٿي، گهوٽ کي چيڙائينديون آهن، مٿس چٿرون ڪنديون آهن. اهڙي وقت هو پاڻ کي سڄي دنيا جو بادشاهه سمجهڻ لڳندو آهي.

شاديءَ کان پوءِ عام طور ڪنوار کي ڳاڙهي ڪپڙي ۾ ڍڪي گاڏيءَ ۾ چاڙهي گهوٽ جي گهر پهچايو ويندو آهي. اها رسم دهلن دمامن ۽ شرنائين سان ادا ڪئي ويندي آهي. ان وقت ٿر جا روايتي گيت ڳايا ويندا آهن. ڪنوار کي ڪڏهن ڪڏهن اٺ تي چاڙهي سندس نئين گهر پهچايو ويندو آهي.

ٿرواسي هڪ آزاد ماحول جا عادي آهن. هو محنتي ۽ جفاڪش آهن. ٿر ۾ ڪيترا ئي ميلا لڳندا آهن. ان موقعي تي ملاکڙو به ضرور ٿيندو آهي. [انگريزيءَ تان.]

# ٿر جا ميلا

عبدالڪريم پلي

دنيا جي هر هڪ ملڪ ۾ مذهبي پيشوائن، قومي رهبرن، بهادر سپاهين ۽ نامور شخصيتن جي يادگارن کي قائم رکڻ ۽ پنهنجي تهذيب، تمدن ۽ ثقافت کي جيارڻ لاءِ جشن ملهائڻ ۽ ميلن منعقد ڪرڻ جو رواج ۽ دستور قديم زماني کان هلندو پيو آيو آهي. اهڙيءَ ئي ريت، ميلا سنڌ جي به نهايت ئي قديم ۽ شاندار تهذيب، تمدن ۽ ثقافت جو اهم جزو آهن. هتي جي هر هڪ خطي ۾ اهل الله درويشن جي ابدي آرامگاهن ۽ آستانن تي سندن ياد ۾ ميلا، عرس ۽ ڏهاڙا، هرسال وڏي اهتمام ۽ ڌامڌوم سان منعقد ٿيندا رهن ٿا. روزانه استعمال جي ملڪي شين جي فروخت، گهريلو هنرن ۽ صنعتن کي خاطرخواهه ترقي ڏيارڻ، چوپائي مال جي وسيع پيماني تي ٿيندڙ واپار ۽ سوداگريءَ کان سواءِ، ميلن ذريعي جدا جدا ننڍن علائقن ۽ ايراضين جي رهواسين کي هڪٻئي سان ملڻ ۽ مختلف علائقن جي مخصوص گهريلو هنرسازيءَ ۽ صنعتگريءَ جي نمونن کي ڏسڻ، پرکڻ ۽ سمجهڻ جو سونو موقعو ميسر ٿئي ٿو. ان کان سواءِ، شهرن کان پري، ڳوٺن ۽ واهڻن ۾ وسندڙن، محنت ۽ مشقت جي ڪوڏين، سباجهڙن ۽ سادڙن ڳوٺاڻن لاءِ ميلا هڪ بهترين تفريح پڻ مهيا ڪن ٿا. سونهاري ساٿيهه جي مختلف علائقن وانگر، ٿرپارڪر ضلعي ۾ به هر سال ڪيترائي ننڍا وڏا ميلا لڳن ٿا: جهڙوڪ پير پٿوري جو ميلو، عاليشير لڪياري عرف رام جاڳي جو ميلو، ميان محمد قاسم جو عرس، نانگن جو ميلو، مٺهراڻي جي مير راضي شاهه لڪياريءَ جو ميلو، محمود شاهه پورلي واري جو ميلو، حسنعلي شاهه جو ميلو، پير جو ميلو، ميان جانمحمد وڙهري شريف واري جو ميلو، صوفي فقير جو ميلو، جمن شاهه جوميلو، چنڊموري جوميلو، لال شاهه جو ميلو، وغيره وغيره. اهي سڀئي ميلا پنهنجين خوبين ۽ خاصيتن جي ڪري عوامي مقبوليت حاصل ڪري چڪا آهن. انهن ميلن مان چند اهم ۽ ذڪر لائق ميلن تي مختصر روشني وجهجي ٿي.

ميان محمد قاسم جي ميلي ۾، هڪ روزه اسلامي مجلس، تقريباً اٺن سالن کان، هر سال، ربيع الاول جي پهرئين سومر تي، ناري جي مشهور گوشي نشين بزرگ مرحوم ميان محمد قاسم جي آخري آرامگاهه تي، ريلوي اسٽيشن محمد رحيم ڪالرو جي پرسان، تعلقي ساماري ۾ ٿئي ٿي، جتي نامور علماءِ ڪرام ۽ مشهور خطيب اچي

گڏ ڏيندا آهن. مولود خوانيءَ جو بہ سهڻو انتظام ٿيندو آهي.

پٺوري جو مشهور ۽ مقبول پنج روزه عوامي ميلو واديءَ مهراڻ جي ناميارِي درويش، پير پٺوري جي آستان تي، ريلوي اسٽيشن پٺوري کان اڌ ميل کن پري، اتر طرف، هر سال ڪتي مهيني جي پهرين تاريخ کان پنجين تاريخ تائين لڳندو آهي. ظاهري ڏيک ويک جي لحاظ کان هي ميلو ٿرپارڪر ضلعي جي سڀني ميلن ۾ برک ليکيو ويندو آهي. پير پٺوري جي ماڙيءَ اڳيان ويڪري ۽ وسيع ميدان تي هڪ ڊگهي ۽ خوبصورت شاهي بازار لڳائي ويندي آهي، جنهن کي رنگين ڪاغذي جهنڊين ۽ آرائشي محرابن ذريعي نهايت ئي خوبصورتيءَ سان سجايو ۽ سنواريو ويندو آهي. انهيءَ شاهي بازار مان ٻيون بہ ڪيتريون ئي ننڍيون ننڍيون بازارون ڦٽنديون آهن، جن ۾ مختلف قسمن جون شيون وڪري لاءِ رکيل هونديون آهن. انهن بازارن ۾ گهريلو هنرن جا ڪافي نمونا ڏسبا آهن. مثلاً ڀرت ڀريل ٽوپيون، ٽوال، کيس، گهوڙن جا ٽلا، چانديءَ جا ٽڙا، خوبصورت ڀيتلي هٿا، قديم علاقائي ڪاريگرن جا سٽ ۽ ڪشميري مان ٺاهيل، وهٽن کي پارائڻ جا سڳا وغيره. ملاکڙي جو انتظام ميلي کان اولهہ طرف، ڇپر واري هڪ کليل، سرسبز ۽ نرم ميدان تي ڪيو ويندو آهي، جتي نامور پهلوان اچي ميدان مچائيندا آهن.

ميلي ۾ ملاکڙي وارن ميدانن جي وچان، عام رستي تي، گهوڙن هڪلڻ جو بندوبست ڪيو ويندو آهي، جتي شوقين شهسوار پنهنجن چاڪ چوبند، سهڻن ۽ ڀلن وهٽن کي سينگاري ۽ سنواري هڪليندا آهن.

ميلي ۾ سرڪس، کيلن، ناٽڪن، پينگهن ۽ ٻين تماشن کان سواءِ، عوامي ڳائڻ ۽ ناچڻ جا ٽولا بہ ڪثرت سان ڏسبا آهن.

نانگن جو چار روزه عوامي ميلو، ريلوي اسٽيشن نبي سر روڊ (تعلقو عمرڪوٽ) جي ڀرسان، کليل ۽ ڪشادي ميدان ۾، هر سال، ٻہ دفعا، ڪتيءَ ۽ چيٽ ۾ لڳندو آهي. هي ميلو پاڪستان قائم ٿيڻ کان پوءِ وجود ۾ آيو. ميلي جي باني ۽ سرپرست جماعت پاڻ کي "نانگا" سڏائي ٿي، ۽ انهيءَ نسبت سان هن ميلي کي "نانگن جو ميلو" سڏيو وڃي ٿو. ان لحاظ کان بہ هي ميلو عام ميلن کان جداگانہ حيثيت رکي ٿو جو هي ميلو ڪنهن بہ درويش جي مزار وغيره تي ڪونہ ٿو لڳي. ميلي جي موقعي تي هڪ ادبي ڪانفرنس منعقد ڪئي ويندي آهي، جنهن ۾ اديب، عالم، شاعر، سگهڙ، ڳائيندڙ ۽ وڄائيندڙ، مختلف شهرن ۽ ڳوٺن مان اچي شرڪت ڪندا آهن.

ميلي جي اڏاوت ۽ بناوت، جوڙجڪ ۽ ٻيهڪ تي بہ خاص توجهہ ڏنو ويندو آهي. هن ميلي ۾ هرقسم جي هلڪي ڦلڪي رواجي واپار کان سواءِ، چوپائي مال جو واپار بہ سٺي پيماني تي ٿيندو آهي. خاص طور ٿر ايراضيءَ جو مال وڪري لاءِ گهڻي تعداد ۾ ايندو آهي. ميلي ۾

گهريلو صنعت جي نادر نمونن، جهڙوڪ پرت پريل ٽوپين، چادرن، ٽيبل پوشن، ۽ ٻين جي مشهور رلين، ڪٽن ۽ لوين جي نمائش جو به خاص انتظام ڪيو ويندو آهي. آبادگارن کي زراعت جي جديد طريقن کان واقف ڪرڻ لاءِ، زرعي کاتي طرفان ميلي جي موقعي تي خاص نمائندا موڪليا ويندا آهن، جيڪي آبادگارن کي زراعت جي جديد اصولن ۽ اوزارن جي استعمال ۽ انهن جي فائدن کان آگاهه ڪري، مشيني کيتيءَ کي مقبول بنائڻ لاءِ ڪم ڪندا آهن. سرڪار جي اطلاعات کاتي پاران معلوماتي فلمون به ڏيکاريون وينديون آهي.

صوفي فقير جو ميلو سنڌ جي مشهور باڪمال بزرگ ۽ عظيم صوفي شاعر، حضرت صديق فقير "صادق" رحه جي مبارڪ ياد ۾، ڳوٺ صوفي فقير تعلقي عمرڪوٽ ۾، چيٽ مهيني جي ٻارهين تاريخ کان چوڏهين تاريخ تائين لڳي ٿو. ۽ ضلعي ٿرپارڪر جي قديم ميلن ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو. جيتوڻيڪ هي ڪو وڏو ميلو ناهي، پر تڏهن به قدامت جي ڪري اڄڪلهه عوامي حيثيت ۽ مقبوليت حاصل ڪري چڪو آهي. هن ميلي ۾ ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان هر سال هزارين عقيدتمند ۽ شيدائي، ڪٿهي ۽ ڪشالا ڪڍي، اچي صوفي صاحب جي مزار تي حاضري ڏيندا آهن. ميلي ۾ صرف هڪ شاهي بازار لڳندي آهي، جنهن کي نهايت ئي خوبصورتيءَ سان سينگاريو ۽ سنواريو ويندو آهي. ملاکڙو، گهوڙن جي ڊوڙ، ناٽڪ وغيره پڻ ميلي ۾ هوندا آهن. ميلي ۾ چوپائي مال، گهوڙن ۽ اُٺن جو واپار بلڪل ڪونه ٿئي، باقي کيسن، ريشمي ٽوالن، ٽامي ۽ ڪنجهي جي ٿانون، ٽلن، هنن، سنگين، ڦٽين ۽ ڦلن جي خريداري تمام سٺي ٿيندي آهي. قديم دستور موجب، درگاهه جي صحن ۾، ميلي وارا ٽي ڏينهن، صبح سويري، درگاهه جي سجاده نشين ۽ جهوڪ شريف جي سجاده نشين جي موجودگيءَ ۾، مخصوص صوفياڻي طريقي موجب سماع جي روح پرور ۽ رقت آميز محفل ٿيندي آهي. انهيءَ محفل ۾ گهڻو ڪري صرف صوفي "صادق" جو ئي ڪلام پيش ڪيو ويندو آهي. انهيءَ موقعي تي هر سال هڪ ادبي محفل جو به انتظام ڪيو ويندو آهي، جنهن ۾ آسپاس جا اديب ۽ شاعر، سگهڙ ۽ ڳائڻا شريڪ ٿيندا آهن.



# جنگ جا ڏکوئيندڙ ٽري

مسڪين جهان خان کوسو

تباهه ٿيل ٽرين پهچڻ تي پنهنجا دل ڏاريندڙ واقعا ٻڌايا آهن. ٿورو عرصو ٿيندو ته انڊيا حڪومت جي هٿياربند فوجن ۽ پارٽي هوم گارڊ ٿرپارڪر جي سرحدي علائقي ۾ مسلمان ڳوٺن تي اوچتا حملا شروع ڪري ڏنا هئا. هنن ٿر جي ويڙهل دائمي رهاڪو لٽڪرن ۽ ڪن ٻين هندن کي رائفلون، گن مشينون، دستي بم ۽ ٻئي نموني جا ڳرا هٿيار ڏيئي، حڪم ڏنو هو ته مسلمانن جي ڳوٺن ۾ وڃي لٽمار ڪريو. انهن ڌورن سان گڏ انڊين مليٽريءَ جا ٽرينڊ ماڻهو به شامل هئا. پوءِ هنن ظالمن طرح طرح لٽڻ ۽ ٻيون خون خرابيون مسلمانن جي ڳوٺن ۾ شروع ڪري ڇڏيون. هو جتي ڪٿي مسلمانن جي گهرن جون جهڙتيون وٺندي، بيقصور ۽ هٿين خالي مسلمانن جا نيپڙ ناڙي، ڳهه ڳٺا، سون ۽ چاندي، پيسو پنجڙ، ڪٽون ۽ ڪنولا ۽ هر قسم جو چوپايو مال ماري ڪٽي زبردستيءَ سان ڦريندا رهيا. بلڪ اڃا سوڙو لٽيندا رهن ٿا. پرده نشين عورتن ۽ نوجوان ڇوڪرين جي بدن تي پاتل زيور به زبردستيءَ سان لهرايا ٿي ويا. هندو غنڊن مسلمانن کي طرح طرح جا عذاب ۽ اذيتون به ڏنيون. ڪيترا ڪونڌر ڪسجي ويا، سوين سهاڳڻيون بيوهه ٿي ويون. ڳوٺن جا ڳوٺ ساڙي پٽ ڪري ڇڏيائون. مطلب ته ٿري مسلمانن جي ڳوٺن ۽ گهرن ۾ هنن لٽيرن لولي لوڻ به ڪونه ڇڏيو. انهيءَ مارڌاڙ ۽ افراتفريءَ ۾ سموري ٿر تي، مسڪين تباهه حال ٿري ماروئڙن تي، وڏا ڌمڪاءَ ۽ هيڪانديون چوٽيءَ جون دهشتون ۽ هيبتون اچي ويون. اهڙن لٽيرن جي روب تاب ۽ ڏهڪاءَ ۾ ڪيترا ئي قدرتي ڏچا ۽ ڪمزور توڙي بکن ڏکن ۽ بيمارين جا ماريل ماڻهو هنيانءَ ڦاٽڻ سببان بروقت مري ويا، جن جا لاش قبرن ۾ دفن نه ٿي سگهيا، ۽ جهنگن منجهه ڪانگن، جيتن، ڪتن، گدڙن، بگهڙن ۽ ڳجهن ڏينهن جا ڏينهن پئي کاڌا.

مٿي ذڪر ڪيل وٽ وڻائن، پچ پچائن، ۽ هٽ هٽائن ۾ سموري پارڪر ۽ ٿر جي مسلمان ڳوٺن مان پيادل قافلا ـــ مردن، عورتن ۽ ننڍڙن معصوم ٻارن جا ـــ ماڪوڙين مثل، اڃيا ۽ بکيا، پنهنجا پٽڻ ڇڏي، هڪبئي پٺيان روئندا رڙندا ۽ ڏوڪيندا ويا ٿي. صرف بدن تي پيل ٽن ڪپڙن کان سواءِ هندو ڌورن وٽن پيو ڪجهه به ڪونه ڇڏيو هو. سياري جي سخت سردين، اڃ ۽ بکن جي آفت مار تڪليفن

ڪان هلندي، رستن ۽ واٽن، گسن-پيچرن ۾ جهنگن ۾ ڪيترائي معصوم ٻارڙا ۽ وڏيءَ عمر جا ٻيرسن ضعيف پوڙها ماڻهو ڪافي انداز ۾ بنا علاج جي دانهون ڪندا ۽ ڦٿڪندا، آفت مري ويا، جن کي صرف بدن تي پيل ٽن ڪپڙن ۾ دَٻالت ڪري، ڪڏن ۽ ڏرڙن اندر پوريو ويو ٿي. تنهن کان سواءِ نوجوان مرد ۽ عورتون به سياري جي سخت سردين ۾ انيڪ قسمن جي بيمارين ۾ ڪافي عرصو شڪار ٿيا هئا، ۽ اڃا به ٿيندا رهن ٿا، جن جي علاج جو بروقت ڪوبه بندوبست ڪونه هو.

پارڪر ۽ ٿر جي سيني مسلمان ڳوٺن ۽ شهرن جي انيڪ پيادل قافلن کي ٿر کان سنڌ پهچڻ تائين رستن جي ورڪ ورڪ ۽ ٻاڙيءَ ٻاڙيءَ تي دشمنن جي حملن جي ڊپ کان ڏينهن جا ڏينهن پيادل سفر ۾ هلندي لڳي ويندا هئا. اهڙين خطرناڪ ۽ نازڪ حالتن ۾ پيرين پنڌ ڪرڻ وارن قافلن کي، رستا ۽ واٽون توڙي ڳوٺن ۽ شهرن کي ڇڏي، جهنگ منهن، انيڪ واريءَ جون بيحد ڏکيون ۽ انوکيون پٽون پيادل لتاڙڻيون پونديون هيون. اهڙين سو تمام حالتن ۾ ٿرين جي قافلن کي سلامتيءَ واري هنڌ پهچڻ ۾ سراسر ۽ اڪ ٻُٽ، ڪن کي ويهه-پنجويهه ڏينهن لڳي ويندا هئا. ايتريون ساريون پيادل منزلون هنن جهنگن جهرن، برپٽن ۽ پوٺن ۾، جنگ جي تمام ڏکئي ۽ نازڪ دور ۾ ڪاٽيون هيون. اهڙي ويڙهه ويڙهاند وقت پنجين رهين ۾ پکڙن جو هڪڙو پاءُ به ٿر ۾ ڪونه ٿي مليو.

تنهن کان سواءِ سيني قافلن جي گهر جي ٻاتين، ننڍن وڏن، مڙني ماڻهن واسطي کاڌي پيتي جون پورايون ٽڪ ٽاڻن تي ڪرڻ به هڪ ٻي ٻها چوٽيءَ جون چٽيون چايون، اٿاهه مردانگيون آهن. اهي ٿر وارن جا لاجواب بهادريءَ وارا ڪارناما جنگيان جڳ پيا ڳائبا، جو هنن اهڙيون هٿين خالي صبر ۽ خاموشيءَ واريون قربانيون ڪيون آهن. اهڙا ڀلا ڪارناما ۽ مثال دنيا جي تاريخ ۾ تمام مشڪل سان ملندا. اهي سندن قربانيون سونهري اکرن ۾ لکڻ لائق آهن.

جڏهن ٿرين جا پيادل قافلا ٻارين ٻچين پين شهرن ۽ ٻهراڙيءَ جي ڳوٺن ۾ پهچندا ويا، ته ان مهل حڪومت ۽ ان جي وسوارن، اخباري نمائندن، ايڊيٽرن، سياسي ڪارڪنن، ورڪرن، خدمتگارن ۽ رحمدل پهچ وارن ماڻهن جي دانهن ڪوڪن تي مدد سان امدادي ڪئمپون آجڙيل ۽ تباهه حال ٿيل ٿرين لاءِ، اسلامڪوٽ، مٺي، نئون ڪوٽ، نبي سر، ڪنري، عمرڪوٽ ۽ ميرپورخاص ۾ سرڪاري طرح کولايون ويون هيون. اهڙيون امدادي ڪئمپون ٽي مهينا برابر رات ڏينهن هلنديون رهيون. پر ان مان ڪي ڪئمپون ڪن مجبورين سبب بند ٿي ويون آهن. هاڻي صرف ٻه ڪئمپون نئون ڪوٽ ۽ ميرپورخاص واريون جڏي ڦڏي نموني هلنديون رهن ٿيون. ذڪر ڪيل اڪي وارين ڪئمپن اندر ستايل ٿرين لاءِ امدادون ورهائڻ وارن سرڪاري ڪامورن ۽ مقرر ڪيل ٻاڪ جي

ٽالهيل ميمبرن سان گڏ، پيا به مدد ڪندڙ ورڪر شامل هئا. انهن سڀني جي روبرو تباهه حال ٿري مهاجرن کي ڪاڌي پيتي لاءِ اٽو، دال، کنڊ، بصر، لوڻ، ٽانءُ ٿانو، ڪپڙو لٽو، رليون ۽ سوڙيون، گرم ڪمبل، اوني ننڍا وڏا ڪوٽ ۽ ٻين قسمن جا زنانا، مردانا ۽ ننڍڙن ٻارڙن جا ڪپڙا، ۽ ڪن بيواهه ۽ محتاج ماڻهن لاءِ ڪجهه روڪ پئسا ڏيڻ ۾ آيا ٿي. تنهن کان سواءِ بيمارين واسطي ڪئمپن اندر مفت علاج مردن، عورتن ۽ معصوم ٻارڙن جو، ڊاڪٽرن ۽ ليڊي ڊاڪٽرياڻين کان، روزانو صبح ۽ شام جو بلڪل سٺي نموني ڪرايو ويندو هو.

ٿر جي مسلمانن کي ڦرڻ ۽ مارڻ ۾ ٺڪر قوم جو کليو کلايو، ظاهر ظهور ۽ چٽو چاٽو هٿ هو. انهيءَ لٽمار جي اڳواڻي ٺڪرن ۽ ٻين ٿر جي جدا جدا ذاتين وارن ٺاڪر لڇمڻسنگهه جي ماڻهن گڏجي ڪئي هئي. اهڙا ڪاسائين وارا ڪلور ۽ ڪوس دنيا جي تاريخ ۾ مشڪل سان ملندا.

هن وقت ٿر جي سڄي حصي تي قبضو انڊيا وارن جوڙي آهي. جڏن ته ننگرپارڪر تعلقو سمورو، ڇاڇري تعلقي جا ٻه حصا، مٺي ۽ ڏيپلي تعلقن جا به ڪافي دنگن وارا ڳوٺ انڊيا جي ملٽريءَ وارن جي والار هيٺ اچي ويا آهن. تنهن کان سواءِ انڊيا جي ملٽري فائربنديءَ کان پوءِ به ٿر، راجستان، آزاد ڪشمير ۽ پنجاب وارن سيڪٽرن ۽ محاذن تي به چاڙهي پُڄهي رئونشي طور اڳتي گهڻو وڌاءُ ڪيو آهي. اهڙيون کلم کلا روشون بين الاقوامي اصولن ۽ لهرائن خلاف، جابرانه ۽ ظالمانه اصولن جي ڀڃڪڙي ۽ بيقاعدگي، هڪ بيحد انوکو ۽ ڏکيو قدم آهي. انڊيا جي اهڙي تمام سخت اڏنگي ۽ ظاهر ظهور اجائيءَ روش کي روڪڻ لاءِ، دنيا جي سڀني حڪومتن کي گڏجي ترت ڪوششون ڪرڻ گهرجن. تنهن کان سواءِ انڊيا جون فوجون پاڪستان جي ٿر، آزاد ڪشمير ۽ پنجاب وارن پاڳن مان جلد ڪڍايون وڃن.

اسان جي ٿر وارن ستايلن جون لڏ پلاڻون اڃا تائين گهٽ-وڌ نموني ٿي رهيون آهن. هن کان اڳ ٿرين جا پيادل بيشمار قافلا ٻين ننڍن وڏن شهرن ۽ ٻهراڙيءَ جي ڳوٺن ۾ پهچندا ويا آهن، پر ڏنڍا پورهيا ۽ مزدوريون نه ملڻ سبب اسان جا غريب ٿاريلا ويچارا ڏاڍا تباهه حال ۽ حيران پريشان آهن.

اسلام ڪوٽ ۽ مٺيءَ کان نئون ڪوٽ ڪئمپ تائين پهچائڻ لاءِ لارين جو بنا پئسن وارو سرڪاري بندوبست هو. ڪئمپ ۾ هڪڙو يا ٻه ڏينهن رهڻ کان پوءِ ريل گاڏين ۾ ٿري ستايلن کي مفت، سندن مرضيءَ موجب، ٻارين ٻچين، سندن رواجي گڏ آندل ٽپڙن سان، موڪليو ٿي ويو. مگر انهن ٿر وارن تباهه ٿيل مهاجرن کي اڃا تائين صحيح نموني آباد نٿو ڪيو وڃي. ايستائين برباد ٿيل ٿرين جون اهي دانهون، ڪوڪون ۽ آهون نه وينديون، جيستائين هو آباد نه ٿيا آهن.

حڪومت سنڌ ۽ پاڪستان گورنمينٽ ۽ انهن جي اختياريءَ وارن کي گهرجي ته ٿر جي

اٽڪل ڇهن لکن ماڻهن جي لاجواب جاني ۽ مالي قربانين جو بلڪل صحيح قدر ڪري، سندن مرضيءَ موجب ڪين تمام چڱيءَ طرح جلد آباد ڪيو وڃي. ٿر جي ڇهن لکن بيگهر ٿري مسلمانن کي آباديءَ لائق سرڪاري سٺيون ۽ ڀليون زمينون مفت ڏنيون وڃن. تنهن کان سواءِ، هن وقت سنڌ خواه ٿر مان جيڪي هندو لڏي انڊيا ويا آهن، انهن جون ڪاتي واريون زمينون به اسان جي تباه حال ٿري مسلمانن کي هڪيءَ طرح، بنا قيمت جي، بلڪل سکهي ۾ سگهيون ڏيڻ گهرجن. آباديءَ لاءِ ڏڳن جا جوڙا، هرقار، ڀاڻ، ٻج خرچ ۽ آباديءَ واسطي پاڻي بنا پئسن جي ڏياريو وڃي.

بلڪل هيڪاندو برباد ٿيل ٿرين کي دائمي رهڻ لاءِ سنڌ جي شهرن خواه ڀراڙيءَ جي ڳوٺن ۾ ڀڪيرن ڪالونيون ۽ سٺا گهر گورنمينٽ خرچ تي ترت نهرائي ڏنا وڃن. سندن مالي حالتون تمام ٺيڪ ڪرڻ لاءِ، تقاويون بخشش طور ڏيارڻ ۾ اچن. تمام سخت سياري جي سرديءَ ۾، بنا اجهن اوڇڻ ۽ بيروزگار بکايلن جو مفت علاج ڊاڪٽرن ۽ ڇاڻو حڪيمن کان بلڪل تڪڙو ڪرايو وڃي. انهن بنا اجهي غريب ۽ بيواه ٿرين کي اوڍڻ وڇائڻ جا ٽپڙ ٽاڙي، ڪٽ ڪنولا ۽ رڌ پچاءَ جا ٿانءَ ٿپا تمام سگها ڏياريا وڃن. تنهن کان سواءِ ٻارن جي تعليم واسطي مردانا ۽ زنانا اسڪول ۽ اسلامي مدرسا معلمن توڙي اسڪولي جاين سميت ترت نهرائي ڏيڻ گهرجن. ٿر جي ماڻهن جي جاني ۽ مالي بچاءَ ۽ سلامتيءَ لاءِ، سرڪاري رائفلون ڪارتوسن سميت جلد ڏنيون وڃن. جيڪي ٿري ٿر ۾ رهڻ گهرن، ته انهن ٿارين کي پنهنجي اباڻي وطن ٿر ۾ هر نموني جون سهولتون ڏياريون وڃن. انهن کي گهر تڙ جهٽ پٽ گورنمينٽ پنهنجي خرچ تي نهرائي ڏيڻ ۾ دير نه ڪري. ڪين چوپايو مال ڌارڻ لاءِ پئسن جي دل کولي هرطرح جي مدد ڏيڻ گهرجي. لڙائيءَ وقت پارڪر ۽ ٿر جي سرحدن تي ملٽريءَ جو ڪوبه بندوبست سرڪاري طرح ڪرڻ ۾ ڪونه آيو هو، ۽ نه وري ٿر جي مسلمانن کي بچاءَ لاءِ هٿيار ڏنا ويا هئا. نڪو وري ٿر وارن کي ان وقت ڪاروبار رکڻ وارن ڪامورن ٿي ڪا ڄاڻ ڏني هئي ته نازڪ ۽ ڏکين حالتن سبب ٿر جي مسلمانن کي ٿر کان ترت نڪري وڃڻ گهرجي. اهڙو اطلاع نه ملڻ ڪري، ٿر جي مسلمانن جون بلڪل وڏي ۾ وڏيون تباهيون ۽ بربادي ٿي ويون آهن. اهڙين حالتن سبب ٿر جي مسلمانن جو تمام وڏي نقصان وارو عيوضو حڪومت جي اختياريءَ وارن کي ڀرڻ گهرجي.

صوبي ۽ مرڪز، ٻنهي گورنمينٽن جي سڀني کاتن ۾ پڙهيل ٿرين کي ننڍيون وڏيون نوڪريون تعليم جي لحاظ کان ترت ڏنيون وڃن. ٿرين جي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين کي تعليم مئٽرڪ تائين مفت ڏيارڻ تمام ضروري آهي. ٿر جي سڀني ماڻهن کي جنگي سکيائون ملڪ ۽ قوم جي سلامتيءَ لاءِ ڏيارڻ ازحد ضروري آهن.

# ٿرپارڪر جو ارضياتي جائزو

غلام مصطفيٰ ٻگهيو

ٿرپارڪر ۾ جاگرافيائي علائقن جو ميڙ آهي — ٿر، ۽ پارڪر. ٿر واريءَ حصي کي چيو وڃي ٿو، ۽ پارڪر ٽڪرائتي حصي کي. پارڪر پنج سؤ چورس ميلن ۾ پکڙيل آهي ۽ آهيٽ جي شڪل تي آهي. ٽن پاسن کان ڪڇ جي رڻ جا سُڪل مٽيءَ جا پٽ يا لوڻاٺو پاڻي آهي، ۽ اتر ۾ واريءَ ٿر جون ڀٽون آهن.

هونئن ته سڄي پارڪر ۾ اهي ٽڪريون آهن، پر ڪارونجهر هڪ وڏي نمايان ٽڪري آهي، جيڪا ڏهه ميل اتر کان ڏکڻ آهي، ۽ پنج ميل ويڪر ۾ اوڀر کان اولهه آهي. اهو جبل ٿرپارڪر ضلعي جي ڏکڻ-اوڀر ڪنڊ ۾، ڀارت جي سرحد سان ملي ٿو. هن جون چوٽيون ميدانن کان تقريباً هڪ هزار فوٽ مٿي آهن، ۽ اوچي ۾ اوچي چوٽي ١١٧٧ فوٽ سامونڊي مٿاڇري کان مٿي آهي. ڪارونجهر کان سواءِ ٻيون به ڪيتريون ئي ٽڪريون آهن، جيڪي چند سؤ فوٽن کان وٺي ڪجهه ميلن تائين ڊيگهه ۽ ويڪر ۾ آهن، ۽ چند فوٽن کان وٺي چند سؤ فوٽن تائين اوچائيءَ ۾ آهن. پارڪر ۾ ڪيتريون ئي ننڍيون ڏنڊيون ۽ هيٺانهين پاڻيءَ جون زمينون آهن، جن کي مقامي زبان ۾ ترايون چيو ويندو آهي. زراعت جي لحاظ کان زمين ڀڻ ڀلي آهي. پر ڪيترائي ٽڪرائتي مٽيءَ جا ٽُڪر آهن، جن تي آبادي ٿي نٿي سگهي. مقامي ماڻهو زراعت ۽ گهرو پاڻيءَ جي گهرجن لاءِ برسات تي ڀاڙين ٿا، ان ڪري ڪيترائي تلاءَ ٺاهيو ڇڏين، جن جو پاڻي پيئڻ لاءِ غير برساتي مهينن ۾ استعمال ڪن ٿا. ڪن ڏنڊن ۾ ته قدرتي طور ٻارهن ئي مهينا پاڻي بيٺو آهي. وڏي ۾ وڏي ڏنڊ سانگاهه جي نالي سان آهي، جنهن جي ايراضي چار چورس ميل آهي. هن ڏنڊ جي ڪپ تي قديم ڪوٽ ويراواهه آهي، جنهن کي پارڪر جو دروازو چئي سگهجي ٿو. ٿر جي واريءَ رڻ جا ١٢٠ ميل لتاڙي، جڏهن ويراواهه ۾ پهچجي ٿو ته سانگاهه ڏنڊ پنهنجن پکين جي ولرن ۽ ساوڻ هوڻ جو هڪ فرحت بخش نظارو پيش ڪري ٿي.

پارڪر جي زمين ٻن قسمن جي آهي — هڪ مٺي پاڻيءَ واري، ۽ ٻي کاري پاڻيءَ واري. ڪجهه سال اڳ زرعي کاتي ڊرلنگ ڪرائي هئي ۽ اهي هنڌن تي زير زمين پاڻي تپاسيو هو. ان اڀياس مطابق، پارڪر جو اڌ يعني ڏيڍ لک ايڪڙ مٺي پاڻيءَ ۾ اچي وڃي ٿو. هينئر ٻڻ آبپاشي کاتو ننڍا بند ٺاهڻ لاءِ ڪوشش ڪري رهيو آهي،

ڇو ته الاهي هنڌن تي جبلن تان ايندڙ بارش جو پاڻي ذخيرو ڪري سگهجي ٿو. برسات پڻ اتي چڱي پوي ٿي. سراسري ساليانو بارش ١٤ انچ پوي ٿي، جيڪا پاڪستان جي ڏاکڻي علائقي ۾ گهٽ ۾ گهٽ آهي. سن ١٩٧٠ع ۾ ته بارش اڳيان رڪارڊ ٽوڙي ڇڏيا ۽ ٢٧ انچ پئي.

پارڪر جي جبلن ۾ معدني دولت جي چڱي اميد ڪري سگهجي ٿي، پر طبقات الارض جا ماهر اتي تمام گهٽ ويا آهن. دنيا ۾ ڪجهه معدني پٽا گهڻيءَ کوجنا کان پوءِ قرار ڏنا ويا آهن. ان لحاظ کان پاڪ-هند برصغير جو ڏاکڻو علائقو هڪ شاهوڪار معدني پٽو سمجهيو وڃي ٿو، جنهن ۾ بهار، مدراس، راجستان ۽ ٿرپارڪر جو ڏاکڻو حصو اچي وڃي ٿو. پارڪر ۾ تمام قديم جبل ملن ٿا، جن ۾ سرحد جي هن پار، ڀارت ۾، لوهه، ٽامو، ابرق، هيرا، فاسفيٽ ۽ ٻيا قيمتي ڌاتو ملن ٿا.

ڪجهه سالن کان پاڪستان جي معدني کاتن پارڪر تي توجهه ڏني آهي، ۽ اميد ته جيڪڏهن کوجنا جاري رهي ته جلد ئي معدني دولت جا ذخيرا ملندا. سن ١٩٦٣ع ۾ پاڪستان جي طبقات الارض کاتي هڪ چيني مٽيءَ جو ذخيرو کولي لڌو. چيني مٽي ٽن کوهن وٽ ملي ٿي. هڪ ديد واهه، ٻيو ڊيڊو ويرو، ۽ ٽيون ڀارو ڏرو. مٺاچري تي چينيءَ جا تهه ٿورا آهن، پر ڊرلنگ ڪرڻ سان زير زمين چڱا ذخيرا ملندا. هن وقت پڻ ننڍي پيماني تي چيني مٽي ڊيڊو ويرو ۽ ڀارو ڏرو کوهن وٽان کوٽي وڃي ٿي ۽ ڪراچيءَ جي مختلف ڪارخانن کي مهيا ڪئي وڃي ٿي. سن ١٩٧٠ع ۾ ١٠٥٠٠ ٽن ڪڍي وئي، ۽ ١٩٧١ع ۾ ٢٦٠٠ ٽن. چيني مٽي ٿانوَن ٺاهڻ کان سواءِ ٻين ڪارخانن ۾ پڻ ڪم اچي ٿي— جهڙوڪ ڪاغذ، چمڙي، ربڙ ۽ رنگن ۾. ٿانوَن ٺاهڻ لاءِ سوات جي چيني مٽيءَ جي ذخيري تي ڪارخانو قائم ٿيڻ وارو آهي، پر ڪراچيءَ جي ٻين ڪارخانن جون گهرجون پارڪر جي چينيءَ واري ذخيري مان پوريون ٿينديون.

چيني مٽيءَ کان سواءِ، ڪٿي ڪٿي ننڍا ننڍا لوهائين پٿر جا تهه ملن ٿا، پر ان کي نڪو فيلڊ ۾ وڌيڪ تپاسيو ويو آهي ۽ نه تجربيگاهه ۾. ان ڪري، هن وقت اهو چوڻ ڏکيو آهي ته هي لوهائون پٿر ڪنهن صنعتي ڪم ۾ اچي سگهي ٿو يا نه.

ڪارونجهر جي دامن ۾، ننگرپارڪر شهر وٽ هڪ خوبصورت، سنهو ۽ چٽادار ڳاڙهو سنگمرمر ملي ٿو، جنهن جو معدنياتي نالو گرينائيٽ آهي. هتي اهو چوڻ قابل ذڪر ٿيندو ته هن کان گهٽ قسم جا عمارتي ۽ سنگمرمر جا پٿر بلوچستان جي ڏورانهن علائقن مان ڪراچيءَ آڻي برآمد ڪيا وڃن ٿا. جيڪڏهن هتي جي پٿر کي ڪٽڻ ۽ پالش ڪرڻ جو هڪ ننڍو ڪارخانو لڳايو وڃي ته پوءِ ٿي سگهي ٿو ته هن پٿر کي سٺي مارڪيٽ ملي.

قسط: ۴

# سنڌ جي قديم ذاتين جو تذڪرو

ڄام محمد سلطان راهوجا

جيئن زمانو ترقيءَ طرف وک وڌائي رهيو آهي، تيئن انسان به وسئون ڪونه گهٽايو آهي — ڏينهون ڏينهن اڳيرو ۽ اڳرو رهي انسان پاڻ کي اتم ۽ اعليٰ ڪرڻ ۾ پنهنجو اصل نسل به وساري ويهي رهيو آهي. اهو ئي سبب آهي جو هڪ ڪٽنب ۽ قبيلي جا ماڻهو هڪٻئي جو ماس چڪي رهيا آهن. خونخوار جانورن انسان کي ايترو چيريو ڦاڙيو ڪونهي، جيترو انسان انسان کي. هيءَ سڀ ڪرشمو ڇئن ڪوڏين جو آهي. پئسو انسان جي عيبن جو ڍڪ آهي. جنهن وٽ چار ڏوڪڙ آهن، آهو ذات زمات ۾ اوچو ۽ اعليٰ آهي، باقي سڀ ۽ لنگهڻ سٽ، سو انساني صورت ۾ زمين تي بار آهي. جنهن جو ڏڪو آهي سٽ ڏڪو مائٽ، ٻلي وٽي ٽيڙ ڪائيندو. هونئن به سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي ته ”جنهن جي گهر ۾ ٻلي، ذات آهي ان جي ڀلي.“ سنڌ ديس ۾ اها وبا گهٽي پکڙيل نظر اچي ٿي. هن وقت سڀڪو پاڻ کي ڀيءَ-ڏاڏي، پڙ ڏاڏي ۽ تڙ ڏاڏي جي نالي پٺيان سڏائي رهيو آهي. سندن اصل ذات ته ڪانئن به وسري ويئي آهي. شايد وقت جي تيز رفتاريءَ سبب، ڪڏهن آهو وقت به اچي جو پيءُ جي نالي کي به ڇڏي، رکو پنهنجي نالي واري ذات سڏائڻ ۾ اچي.

هڪ دفعي موري ۾ ووٽ هلي رهيا هئا. انهيءَ وقت جي قاعدي مطابق، پنجهتر رپيا ڊل پريندڙ ووٽ ڏيئي سگهيو ٿي. اسان جي پاڙي جو سهراب پٽ جلال، ذات ڀهراڻي، ووٽ ڏيڻ آيو. پرزائيڊنگ آفيسر ڪانئس پنهنجو نالو پڇي، پيءُ جو نالو پڇيو. هو هٽي هٽي بيٺو، ڪيس پيءُ جو نالو ڪونه آيو. اهو ته هو ڀهراڙيءَ جو سهراب، پر اڄڪلهه جو پڙهيل ڳڙهيل طبقو جنهن تيز رفتاريءَ سان پنهنجيون ذاتيون مٽائي رهيو آهي، اهو جنون شايد انهيءَ حد کي پهچي وڃي جو پنهنجي نالي وارا ذات ٻنجي ويهي رهن. هنن ذاتين وارن نالن ۾ ڪئين اهڙا نالا اچي ويا آهن، جي ذاتيون نه، باسڪ خاندانن جا نالا آهن. اسين انهن کي به ذاتين ڪان ڌار رکون ٿا.

## خاندانن جا نالا:

ابڙيجا- ابو پوٽا- اڍيجا- اوٺماڻي- آگاڻي- آذواڻي- آڪلاڻي- احمداڻي- آڏيجا- ارباڻي- اڏلاڻي- آسوداڻي- آمداڻي- اگهاماڻي- آڍاڻي- آلڪاڻي- اسڪاڻي- آچرا- ابڙيا- آمراڻي- آجناڻي- آجباڻي- ابڙي پوٽا- اميناڻي- آلڪاڻي- آڪواڻي- آچاري- الوداڻي- اسحاقاڻي- اسحاق پوٽا- اوٺما پوٽا- آجناڻي- آجيجاڻي- اوڍاڻي- اميرخاني- اجواڻي- آڏتاڻي- ايسباڻي- ايلتاڻي- احمداڻي- ٻودليجا- ٻنگواڻي- ٻنگراڻي- ٻڪي جا- ٻچاڻي- ٻنديجا- ٻدين جا- ٻهرياڻي- ٻرهماڻي- ٻلڪاڻي- ٻکهياراڻي- ٻخشاڻي- ٻڪراڻي- ٻنگڙ زعي- ٻاٻراڻي- ٻنگلاڻي- ٻاگاڻي- ٻاقيل پوٽا- ٻهيلاڻي- ٻنو حارث- ٻني حاڪم- ٻولواڻي- ٻڊڻي- ٻيليجا- ٻاشواڻي- ٻندواڻي- ٻنالاڻي- ٻناڻي- ٻاگراڻي- ٻاواڻي- ٻلالاڻي- ٻليلاڻي- ٻوداڻي- ٻابلاڻي- ٻکراڻي- ٻجراڻي- ٻهراڻي- ٻالاچاڻي- ٻانشالي- ٻاجڪاڻي- ٻديڻ پوٽا- ٻهڻ جا- ٻديجا- ٻتپاڻي- ٻدراڻي- ٻهاراڻي- ٻاديپوٽو- ٻهار- ٻاقر- ٻختيار- ٻاڪرو- ٻڪرو- ٻارڻ- ٻيرند- ٻاڻي- ٻڍاڻي- ٻاواڻي- ٻکهياڻي- ٻاٻاڻي- ٻهراڻي- ٻيڙاڻي- ٻانهاڻي- ٻاٻيجو- ٻروچاڻي- ٻانهي پوٽا- ٻالاڻي- ٻوچاڻي- ٻليجا- ٻلي پوٽا- ٻاتوجا- ٻيروزاڻي- ٻيرج جا- ٻانڊياڻي- ٻمناڻي- ٻارواڻي- ٻرياڻي- ٻنجاڻي- ٻوراڻي- ٻونجواڻي- ٻنجواڻي- ٻنيلڏي پوٽا- ٻريتيو- تاوناڻي- ٻنيري پوٽا- ٻنيراڻي- ٻلي پوٽا- ٻوجواڻي- ٻارواڻي- ٻوٽاڻي- ٻوچو- ٻوٻتاڻي- ٻوٻٽ- ٻنتو- ٽاراڻي- تاجاڻي- تميمي- تالاڻي- تاجيڪ- تنوري- تگياڻي- توگريا- تيغاڻي- تنواڻي- تيجواڻي- تاجواڻي- تاجو- تاجوجا- تيهو- تيٽو- ٿهلاڻي- ٽالاڻي- ٽلواڻي- ٿهل راماڻي- ٽڏاڻي- ٿهيمورا- قل پوٽا- قلاڻي- قير ياڻي- قلواڻي- قوٽاڻي- فاصلاڻي- فاروقي- فتح لاڻي- فيروزاڻي- فخر پوٽا- فيروز جا- گاگن جا- گاجڻي- گدراڻي- گاجاڻي- گوگيجاڻي- گورچاڻي- ڪرماڻي- گندرا- گنداڻي- گورگاڻي- گوگاڻي- گزيني- گرداساڻي- گنگواڻي- گلراڻي- گاهياڻي- گندرو- گلاباڻي- گودراڻي- گرگناري- گلراجاڻي- گربخشاڻي- گدواڻي- گل- گجلاڻي- گنجلاڻي- گجڙيا- گوڙياڻي- گولايا- گنگاڻي- گونگواڻي- گنهواڻي- گرمو- گنگو- ڳاهيجا- ڳاهاڻي- ڳهيجا- ڳار رهيا- ڳاهيٽا- ڳاهوي- ڳهيلڙا- ڳهٽا- ڳهيلا- ڳچل- ڳوريٽا- ڳيا- ڳارٽاڻي- ڳيڪي- ڪلوراڻي- ڪدراڻي- ڪبڙاڻي- ڪنواڻي- ڪورخاني- يوسفاڻي- يوسف زعي- يعقوب پوٽا- دوديجا- ديرجا- دادلاڻي- داٺو- دودناڻي- رودناڻي- دوست لاڻي- درياڻي- ديناڻي- دنيجا- ديداڻي- دريشاڻي- داٺود پوٽا- داٺودي- دوداڻي- درواڻي- داداڻي- دراڻي- دليلاڻي- دزڪاڻي- دڙراڻي- دنيو- زيدي- ڏني- ڏٺونرو- ڏنور- ڏٺونڪاڻي- ڏمڙيجا- ڏيرواڻي- ڏٺونرا- ڏنيجو- ڏيريجا- ڏيهيجا- ڏکيجا- ڏنڏاڻي- ڏاهاڻي- ڏيراهي- ڏيوڙي- ڏناني- ڏوڏاڻي- ڏاتاڻي- ڏتاڻي- ڊينڊاڻي- ڊونڪاڻي- حاجاڻا- حاجي- حاجي پوٽا- حجاڻي- حاجاڻي- حسناڻي- حسني- حسيني- حبيباڻي- حڪيماني- حسن پوٽا- حميراڻي- حامداڻي- حماڻتي- حيدراڻي- حملاڻي-

حمن جو- حمزاڻي- حاصلا- حمبلاڻي- جاڙيجا- جوڏيجا- جهانيا پوٽا- جرار پوٽا- جمالاڻي- جڳتياڻي- جاکڙ- جندواڻي- جوکياڻي- جهيجا- جمرجا- جنڊيجا- جيٺي پوٽا- جماڻي- جشنداڻي- جانواڻي- جانجهڻ جا- جينداڻي- جسڪاڻي- جنداڻي- جناح- جستاڻي- جوڏاڻي- جمراڻي- جوڻاڻي- جعفراڻي- جمناڻي- جوکيٽڙا- جمارها- جينا- جبيرجا- جليلاڻي- جٺوجا- جلالاڻي- جوڻيجا- جسنکهاڻي- جمشيري- جوڏاڻي- جوباڻيا- جانگلي- جاداڻي- جرواڻي- جانهيري- جماداداڻي- جنجوٺا- جاماڻي- جنگواڻي- جيهاڻي- جيباڻي- جاداڻي- چيٺا- چاماڻي- چوهڙجا- چنيجا- چنگيزي- چاچرو- چٺاڻي- چاڪراڻي- چاڪلي پوٽا- چغتاڻي- چاندواڻي- چانيو- چاندويٺو- چتاڻي- چهلاڻي- خيريجا- خدراني- خميساڻي- خليلاڻي- خيراڻي- خوماڻي- خو بچنداڻي- خاڪي پوٽا- عباسي- عمراڻي- عاربي- عرساڻي- علوي- عاليجا- عارفاڻي- عليلاڻي- عارباڻي- عادلاڻي- علوداڻي- عقيلي- علفيماڻي- عالماڻي- عاقياڻي- عاقلاڻي- عارياڻي- عمرما- عيسباڻي- عيساڻي- عيسي پوٽا- عنايت پوٽا- هالي پوٽا- عدراڻي- علياڻي- غلزاڻي- غيبي- غيبي پوٽا- غوث پوٽا- راهه پوٽا- راهو پوٽا- راهيجا- راهوتي- راهوڻي- روشناڻي- رانجهاڻي- رهاڻ پوٽا- رتناڻي- رجباڻي- راڄاڻي- راجباڻي- راشدي- رستماڻي- رئيساڻي- رضوي- رتن زعي- رحماڻي- روزواڻي- رهناڻي- راڄو پوٽا- راهاڻي- راڄاڻي- راحب جو- رڪن پوٽا- راضياڻي- روهلاڻي- رودلاڻي- رڪناڻي- روتاڻي- رڪوع جا-

راسي جا- روجهاڻي- رخشاڻي- رامدم- رمضان پوٽا- زهراڻي- زڪاڻي- زيمڪاڻي- زيدي- زرڪزئي- زنگياڻي- زنگاڻا- زنگيجا- زبباڻي- مناهيجا- مبيجا- مگسيجا- مهراڻي- ميواڻي- مبيريا- ماڪيجاڻي- مهڙجا- موجاڻي- موروجا- مکيجا- مراڻي- مکواڻا- مريداڻي- موسا- موسي پوٽا- مگسيپوٽا- ماچراڻي- مصراڻي- موٽواڻي- ملوڪاڻي- منلاڻي- منسڪاڻي- مرواڻي- منگواڻي- مناهيا- مدناڻي- مناجا- مندرا- مود راڻي- مگياڻي- مرڪياڻي- موسوي- معارفاڻي- معشوق پوٽا- مارفاڻي- مارخاني- منوال- ماڪوڙاڻي- موراڻي- مبارڪاڻي- ملفاڻي- ملوڪاڻي- منشاراماڻي- مطلباڻي- مورڙي پوٽا- مير حسن پوٽا- متوع پوٽا- معنماڻي- موسياڻي- ماروجا- مٺين پوٽا- مورڙاڻي- محمداڻي- مارزنداڻي- ملهواڻي- محموداڻي- مٺاڻي- ميتڙو- ملاٽا- موجاڻي- مهراڻ پوٽا- مڪڙاڻي- مٺواڻي- ميرواڻي- مهرواڻي- مجيداڻا- مانجهاڻي- ميوو- محمد پوٽا- مانڌيارا- ميراڻ- منازا- ماڻڪاڻي- منبڙا- ملهاري- ماڻڪاڻي- ماچريا- ميلواڻي- ماڏوڙا- ميراڻ پوٽا- مهڪاڻي- مير چنداڻي- مندواڻي- مندراڻي- منبراڻي- مينگاڻي- مير خاني- ملهاراڻي- موساڻيا- منگلجا- منوال- محمود- ملار- مالو پوٽا- ماهيون- مينگيپوٽو- مزديو- ميهر- مور- موسو- مهين جو- مورجهڙيا- نهالواڻي- نوتڪاڻي- نهالاڻي- نوبتاڻي- نوتاڻي- ترياڻي- نوحاڻي- نوح پوٽا- ناٿياڻي- نوداڻي- نوري پوٽا- نيازاڻي- نقوي- نوداڻي- نجماڻي- نندااماڻي- نظاماڻي- نارو- ندواڻي- نڪرجا- لسڪاڻي- لاڏواڻي- لعلو پوٽا-

لانگائي- لورجا- لولهائي- لوڊرا- للاڻي- لهارائي-
لعلوائي- ليلڪائي- لکوجا- لاکيجا- لولجا- لنجاڻ-
ليارپوٽا- لاکي پوٽا- لنجوائي- لالائي- لاکائي-
لونگائي- لکيتو- لاکيو- لونگ- سميجا- سوڍائي-
سرگائي- سرگائي- ساهائي- سدارنگائي- سوڍائي-
سرگائي- ساماڻا- سرگاهي- سوهيجا- سندرائي-
سامتائي- سمدائي- ماندلائي- موسا ساسولي-
سلطاني- سخيجا- سبزعلي- سماڻي- سنجرائي-
سعد پوٽا- ساڪائي- سوڍڙا- سانولائي- سانڌائي-
سمرائي- سهندڙو- سوڍيار- سهاهملائي- سوائي-
سماڀائي- سهجا- سوڍائي- سهتائي- ساوڻي- ساتلائي-
سينڌلائي- سهراڀائي- ساهڻ جا- سيرچجا- سجنائي-
ساهوال- سلمائي- سريهر- سڌوچيو- ساهو- ساهو-
سکيرائي- ستپريو- ستيو- شيرائي- شهوائي-شيخوجا-
شيخائي- شهيدائي- شهميرائي- شهپات- شادي-
شاهي- شادياڻي- شاهڪ- شيوڪائي- شاهوڪ-
شهائي- شهدادائي- شالوائي- شرف پوٽا- شدائي-
شاهائي- شطاري- شيروائي- شادرائي- شولائي-
شفيائي- شاهپوٽا- شاهوال-شابرائي-شباڻي-ونگائي-
وزيرائي- وڪيلائي- واڌوائي- وسائي پوٽا- ويرائي-
ولائي- ونانڙي- ولاميا- وارثي- واسوائي- ويسائي-
ونڊريائي- وليلائي- ونڊيار- وهندائي- وريائي-
ودادائي- وارثائي- وڪو- ورسو- وڪيار- وريهوٽو-
وڌريجو- وڪزو- وڪيو- ويڌائي- قانوگا- قنبرائي-
قاسمي- قادنائي- قزلباش- قلبائي- قاسمائي-

قائم خاني- قيصرائي- قبوليا- قادلائي- قادوائي-
قيس- قائمي- قهر پوٽا- صدر- صحبائي- صبح پوٽا-
صادق پوٽا- صدرائي- صوفنائي- صحبتجا- صابريا-
صاحبائي- صوڀائي- صفرائي- صفي- صادري-
صابرا- صابوکر- صفوي- صديقي- صابڙا- صديق پوٽا-
هنگورجا- هنگورائي- هوٿي پوٽا- هاليپوٽا- هولائي-
هولاتي- هوتائي- هيرياڻي- هيجبائي- هيجوائي-
هيبتائي- هيرانندائي- همون پوٽا- هيجب- هميرائي-
هوارائي- هتيائي- هاشمائي- هوتاڻي- هاشمي-
هباري- هندڪي- هسباڻي- هاليو- هماتي- هميرڪو-
جهريجا- جهڙجا- جهنڊائي- جهلوجا- جهانجهڻي-
جهمٽ- جهانگياڻي- جهانکي- جهڏار- جهولائي-
جهانجهڻ جو- گهوٽاٽا- گهورائي- گبهراماڻي-
گهلوت- گهمناڻي- گهرڀائي- گهجا- گهانگهلو-
گهناايريا- گهچا- گهلي جا- ڪاڪيپوٽا-
ڪنڊائي- ڪيسوائي- ڪنگائي- ڪنگراني-
ڪاڪڙيائي- ڪاملائي- ڪمالائي- ڪلياڻوي-
ڪلمائي- ڪيترائي- ڪلوگاني- ڪلوائي-
ڪنبيرائي- ڪوڪائي- ڪنڌارائي- ڪيولراماڻي-
ڪرهالائي- ڪلرو- ڪنوجا- ڪهرائي- ڪاهيجا-
ڪاڪيجا- ڪامرائي- ڪريم پوٽا- ڪرمائي-
ڪلو- ڪاظمي- ڪاشاني- ڪلياڻي- ڪڙولائي-
ڪانيو- ڪلوجا- ڪانجهر جا- ڪمين جا-
ڪاڪائي- ڪلفر- لڪوڪر- ڪيسڻ پوٽا-
ڪمنديو- ڪانڙو- ڪانٽ- ڪتياڻ- ڪبير-
(هلندڙ)

# سڌارا ۽ واڌارا

عزيزالرحمان ٻگهيو

هاڻي ته هرڪو هام هڻي رهيو آهي ته هن ملڪ
جي سڀ سڌائي ٿي رهي آهي. ڏکيا ڏينهن ختم
ٿي رهيا آهن. سُکيائون ۽ سهنجايون سامهون
آهن. ماضيءَ جي مونجهاري کي همت جي هوا
ڪکن وانگر اڏائي رهي آهي، ۽ اکيون اميدن
جو آسمان پيون ڏسن.

[illegible] سڌارن [illegible] سڌارا پيا آندا وڃن.
هر ميدان ۾ انهن جو عمل ۽ اثر ٿي رهيو آهي.
چا صحت، چا روزگار، چا تعليم، چا ڪرت،
[illegible] صحت، چا پوليس، چا عدالتون ــ ڪنهن به
شعبي کي نه ڇڏيو ويو آهي، ۽ ڇڏجي به ڪيئن؟
صدر محترم جي لفظن ۾ ”جڏهن مان حڪومت
سنڀالي ته هر طرف مسئلا هئا ۽ انهن ڪلهن منهن
تياري ۽ صحيح حل لاءِ ٿي پڪاريو.“ واڳون
وٺندي ئي، انهن مسئلن جو سندن اهميت جي
روشنيءَ ۾ جائزو ورتو ويو، ۽ پوءِ حل تلاش
ڪيا ويا. جڏهن ته انهن مسئلن جي تاريخ گهڻي
پراڻي هئي ۽ آهي. گهڻو منجهيل هئا، تنهنڪري
انهن جا حل گهڻي ڀاڱي انقلابي تجويز ڪيا
ويا آهن، جيڪي واقعي ڏوررس نتيجن جا
حامل آهن.

هن صحبت ۾ صحت، پوليس کاتي ۽ عدالتي
ميدانن ۾ آندل سڌارن جو ذڪر ڪجي ٿو.

## صحت بابت سڌارا

صحت جي صحت کان ڪير انڪاري آهي؟
”جيءَ خوش ته جهان خوش“ واري چوڻي
اسان سڀني کي ياد آهي. تندرستي واقعي هڪ
نعمت آهي، جيڪا الله سائينءَ انسان کي ڏني
آهي. ليڪن انفرادي توڙي اجتماعي غفلت
سببان، قدرتي قانونن کي ٽوڙڻ سبب، صحت
جي جاءِ بيماري اچيو وٺي. نتيجي ۾ گهر ٻار به
ڏولائن ۾، ۽ مجموعي طرح ملڪ جي قومي
پيدائش ۾ به ڪمي اچيو وڃي.

٢٦-مارچ تي، قومي صحت واري اسڪيم
تي تقرير ڪندي، صدر پاڪستان، جناب
ذوالفقار علي ڀٽي، هميشه وانگر، ٻي ٻهچ ۽
غريب ڀهراڙيءَ جي باشندن کي ڏاڍي قرب
وچان ياد ڪيو. هن چيو ته صحت جي ميدان ۾
ڀهراڙين جي باشندن جي ڪا خبرگيري نه ڪئي
وئي. هن چيو ته ”صحت جي خرابيءَ مان مراد
فقط جسماني صحت جي خرابي ڪانه آهي، جنهن جي
خرابيءَ جا اثرات يقيناً اجتماعي ۽ نفسياتي نوعيت
جا آهن.“ صاحب صدر صاحب فرمايو ته ”صحت جي خرابي
[illegible] ته ڪارڪنن کي بيمار ڪري [illegible]
[illegible] ڪري ڇڏي ٿي [illegible] جي
[illegible] ڪارڪردگي گهٽجي وڃي. اهڙيءَ طرح [illegible]

جي انداز ۽ اهميت تي به برو اثر پوي ٿو. ساڻ ته هي چوندس ته جيستائين هٿ پٺيان هلندڙ هاريءَ ۽ فيڪٽريءَ ۾ مشين پٺيان ڪم ڪندڙ پورهيت جي جسماني صحتمندي صحيح حالت ۾ نه آهي، تيستائين اقتصادي واڌاري واريون رٿائون اجايون آهن، ۽ انهن کي عمل ۾ آڻڻ وارا سڀئي قدم بيڪار ۽ بيسود آهن." ان ڪري هن مڃيو ته صحت جي اسڪيم جو تعلق صرف عام ماڻهن جي چڱڀلائيءَ سان نه آهي، بلڪ ملڪ جي ترقياتي ۽ اقتصادي رٿائن جي افاديت سان آهي. صدر صاحب اعلان ڪيو ته اهڙين حالتن هيٺ خرچ جي به پرواهه نه ڪبي ۽ ملڪ ۾ 'صحت جي عوامي اسڪيم' تي عمل ڪرائبو.

هن اسڪيم مطابق، ان جو انتظار نه ڪيو ويندو ته پهريائين بيماري نظر اچي ته پوءِ علاج شروع ٿئي. پراڻيءَ چوڻي، "علاج کان احتياط بهتر آهي" تي عمل ٿيندو. اهڙا اپاءَ ورتا ويندا ته جئن مورڳو بيماري پيدا ئي نه ٿئي، ۽ پورو معاشرو صحتمند رهي. جيڪا ڳالهه ان کان به وڌيڪ اهم آهي، سا هيءَ آهي ته صحت جي سهولتن واري بنيادي فلسفي کي ئي تبديل ڪيو ويو آهي. ملڪ ۾ صحت واري مسئلي ڏانهن هڪ اجتماعي ۽ گڏيل اصول اختيار ڪيو ويو آهي. اصل مسئلي جي جڙ کي ناس ڪيو ويندو، يعني ماڻهن کي صحت جي اصولن ۽ صفائيءَ جي تعليم ڏني ويندي. مڇرن کي پيدا ٿيڻ نه ڏنو ويندو، صاف ماحول ۽ صاف پاڻي مهيا ڪيو ويندو، صحيح ۽ صحتمند کاڌ خوراڪ ڏانهن ڌيان ڏنو ويندو، ڪني پاڻيءَ جي نيڪاليءَ جو خاطرخواهه بندوبست ڪيو ويندو ته جئن "ڪمزور ڍڳي تي مڇر به گهڻا" واريءَ حالت کان عوام کي آجو ڪيو وڃي، جنهن سبب بيماريون پيدا ٿين ۽ ڦهلجن ٿيون. ماڻهو تازا توانا هوندا ته بيماريءَ جي حملي کان محفوظ رهندا، بلڪ هر حملي جي مقابلي لاءِ ضروري طاقت هئڻ سبب بيمار ڪين ٿيندا. بيمارين جي ڦهلاءَ کان بچاءَ وارو ڪم به انهيءَ ساڳئي عملي کان ورتو ويندو، جيڪو ان ايراضيءَ ۾ علاج معالجي لاءِ ذميدار آهي. اهو هڪ عملي جو جٿو هوندو، جيڪو سڀني مسئلن سان منهن ڏيندو. چا سرءَ جو تپ هجي، چا سله جي کنگهه، چا ماتا جي بيماري، مطلب ته مذڪور عملو اهڙيءَ طرح تربيت يافته هوندو جو سڀني مرضن جو مقابلو ڪري سگهندو. اهو اصول عالمي صحت واري اداري طرفان اختيار ڪيل پاليسيءَ سان مطابقت رکي ٿو.

اهڙي قسم جي خوبين ۽ وسعتن وارو يونٽ ڀراڙين ۾ قائم ڪيو ويندو، جنهن جي ذمي اٽڪل ڏهه هزار ڳوٺاڻن جي صحت جي سنڀال هوندي. بلوچستان ۾، جتي آدم ڇڊو رهي ٿو، اهڙو يونٽ پنج هزار باشندن جي خبرگيري ڪندو. اهڙي يونٽ ۾، جنهن کي بنيادي صحت وارو مرڪز ڪوٺيو ويندو، ضروري عملو هوندو مثلاً هڪ گريجوئيٽ ڊاڪٽر، هڪ زناني بيمارين جي ماهر عورت ۽ ٻيا فني ڪارڪن. اهڙن پنجن صحت-مرڪزن ۾، هڪ مرڪز

نسبتاً زياده اهميت وارو هوندو، جنهن ۾ زياده سهولتون هونديون ۽ ذهن مستقل بسترن واري هڪ ننڍي اسپتال به هوندي. اهڙا مرڪز مختلف ننڍن ننڍن شهرن ۾ به هوندا. ان کان پوءِ هن سلسلي ۾ ٽيون ڏاڪو، تعلقي جي مرڪزي شهر جي اسپتال هوندي، ۽ چوٿين ۾ ڪا ضلعي هيڊڪوارٽر واري وڏي اسپتال هوندي. اهي سڀئي اسپتالون يا صحت جا مرڪز گڏيل انداز ۾ ڪم ڪندا. وڏن شهرن جي اسپتالن کي نئون بڻايو ويندو. انهن ۾ هر قسم جون سهولتون وڏي پيماني تي مهيا ڪيون وينديون، ۽ جديد مشينون نصب ڪيون وينديون ته جيئن نه رڳو مؤثر علاج جو اهتمام ٿي سگهي بلڪ مختلف مرضن ۾ تحقيق جو ڪم پڻ ڪري سگهجي.

اها حقيقت آهي ته هيءَ عوامي اسڪيم ايڏي وسيع آهي جو ان کي پوري ڪرڻ لاءِ گهڻا ڊاڪٽر گهرجن. جنهن جي معنيٰ هيءَ ٿي ته نوجوان ڊاڪٽرن ۾ بيروزگاري گهٽبي. اهڙن نوجوان ڊاڪٽرن ۾ اضافي ڪرڻ خاطر، اهو طي ڪيو ويو آهي ته ڊاڪٽري ڪورس کي هڪ سال گهٽايو وڃي. ڊاڪٽرن کي ٻهراڙين ۾ وڃي ڪم ڪرڻ تي آماده ڪرڻ لاءِ، هنن لاءِ ڪافي رعايتون ۽ سهولتون تجويز ڪيون ويون آهن. مثلاً، بهتر سرڪاري گهر رعايتن تي ۽ پگهارن ۾ به ڪجهه اضافو. ڊاڪٽري ڪاليجن ۾ داخلائن کي آسان بڻائڻ لاءِ پڻ ضروري قدم کنيا ويندا. زياده تعليمي مرڪز ۽ ڪاليج کوليا ويندا.

مطلب ته صحت جي مذڪور عوامي مرڪزن جو سڄي ملڪ ۾ هڪ چار وڇايو ويندو. ڪنهن کي به علاج جي سهولت کان محروم نه ڪيو ويندو ۽ ان لاءِ پورو بندوبست ڪيو ويندو.

## پوليس کاتي ۾ سڌارا

پوليس جي باري ۾ سڌارا آڻيندي، صدر محترم چيو ته پوليس جو موجوده لڏو خاطرخواهه ڪم نه ڪري رهيو آهي، ۽ غريب ۽ بي پهچ عوام ظلم جي شڪنجي ۾ پيڙجي رهيو آهي. صدر پڻ ان حقيقت جو اعتراف ڪيو ته پوليس ۾ پگهار ٿورا ۽ اختيار وڏا آهن. نتيجي ۾، اختيارن جو ناجائز استعمال قدرتي آهي. پوليس ۽ عوام درميان بهتر تعلقات پيدا ڪرڻ جي ضرورت تي زور ڏيندي هن چيو ته پوليس جو ڪردار هڪ دوست ۽ هڪ همدرد جو هئڻ گهرجي. ان لاءِ ضروري آهي ته پوليس لاءِ اهڙو ماحول پيدا ڪيو وڃي، جنهن ۾ اها بنا خوف ۽ بنا پاسخاطريءَ جي ڪم ڪري سگهي.

ان سلسلي ۾، حڪومت پوليس جي مختلف پگهارن جي گريڊن ۾ اضافو آندو آهي ته جيئن سندن ضرورتون پوريون ٿي سگهن ۽ لالچ نه پيدا ٿئين. نه رڳو پگهارن ۾ اضافو آندو ويو آهي، بلڪ پوليس جي سهولتن ۾ به اضافو آندو ويو آهي. پوليس کي اهو به ٻڌايو ويو آهي ته هي ملڪ غريب آهي تنهنڪري في الحال هنن لاءِ ايترو ئي ڪري سگهجي ٿو.

آخر ۾ صدر صاحب پوليس سان هنن ڏکوئيل لفظن سان مخاطب ٿيو: "منهنجا پيارا قانون ۽

انتظام جا محافظ، اوهان کي اهم فرض سرانجام ڏيڻو آهي. اوهان جي قوم اوهان کان توقع ڪري ٿي ته اوهين ان فرض کي قابليت ۽ ايمانداريءَ سان نباهيو. اوهان جي قوم هڪ غريب قوم آهي. هن کي ڪيترن مسئلن سان مقابلو ڪرڻو آهي. ماڻ زورڏئي چئي رهيو آهيان ته قوم جيڪي ڪجهه توهان کي ڏئي سگهي ٿي، اهو في الحال ڏئي رهي آهي. پاڪستان اها اميد رکي ٿو ته اوهان پنهنجو فرض محنت ۽ ايمانداريءَ سان سرانجام ڏيندا. جڏهن اوهين پنهنجو فرض پورو ڪندا، تڏهن اوهان جي قوم اوهان جي حمايت ڪندي ۽ اوهان جي عزت ڪندي. مون کي پوري اميد آهي ته هاڻي اوهين پنهنجي ساک کي مٿيرو ڪندا ۽ زياده جانفشانيءَ سان، حب الوطنيءَ جي جذبي سان، ۽ هشياريءَ سان پنهنجي فرض ادائي ڪندا.

## عدالتي نظام ۾ سڌارا.

اسان جي مذهب اسلام ۾ انصاف ڪرڻ تي جيڪو زور ڏنو ويو آهي، اهو شايد ڪنهن ٻئي فرض جي ادائگيءَ تي نه هجي. اُنين چيو ويندو آهي ته نه صرف انصاف جي تقاضائن کي پورو ڪيو وڃي، پر اهڙو انتظام ڪجي جو انصاف جي سر بلندي نظر اچي. اهو به پهاڪو آهي ته ديرينو انصاف بي‌انصافيءَ جي برابر آهي." موجوده حڪومت ان ڪري، اهڙي اهم ميدان ڏانهن ضروري توجهه ڏيڻ کان ڪيئن غفلت ڪري سگهي ٿي.

صدر مملڪت جناب ذوالفقار علي ڀٽي، عدالتي نظام ۾ تبديليون آڻيندي، تقرير جي ابتدا هنن لفظن سان ڪئي: "هر ان ملڪ جي ذمي ۾ بنيادي فرض آهن، جيڪو زنده رهڻ جو خواهشمند آهي. پهريون فرض هي آهي ته ملڪ ۽ باشندن کي خارجي خطرن کان بچايو وڃي. ٻيو فرض هي آهي ته ملڪ ۽ قوم کي اندروني خطرن ۽ مصيبتن کان محفوظ رکيو وڃي. حڪومت کي ملڪ کي امن جي اندروني رخنن کان بچائڻو آهي، جيڪي عام رواجي ڏوهه کان وٺي ملڪ سان غداريءَ تائين پکڙيل آهن. ان کي اندروني سماجي نظام کي درهم برهم ٿيڻ کان به محفوظ رکڻو آهي، ۽ اهڙو انتظام ڪرڻو آهي جو شهرين درميان ٿيندڙ فسادن ۽ جهڳڙن کي پوري انصاف سان حل ڪري سگهجي."

ملڪ ۾ هلندڙ عدالتي نظام تي ڳالهائيندي صدر صاحب چيو ته ماضيءَ ۾ سڌاري آڻڻ جي ارادي سان ڪيترئي ڪميشنون مقرر ٿيون ۽ رپورٽون گهرايون ويون. پر چاڪاڻ ته نيتون صاف نه هيون، تنهنڪري ڪي عملي ۽ مفيد قيرقاريون نه آنديون ويون، جنهنڪري عوام جي مسئلن ۾ ڪا گهٽتائي نه آئي. ان سڄيءَ ڪارروائيءَ جو ذڪر ڇڏيو ته ڪڏهن نه ڪو ضروري سڌارا آندا ويا، پر چاڻي واٽي انصاف کي مهانگو ۽ مشڪل بڻايو ويو. صدر ڀٽي جي خيال مطابق خرابيءَ جي پاڙ هيءَ هئي ته انصاف واري نظام کي حاڪمن هيٺ محڪومي ڏني وئي. حالانڪ عدالتي نظام آزاد ۽ بيريا رهڻ گهرجي. صدر صاحب،

ان ڪري، اعلان ڪيو ته هاڻي آئندي عدالتي نظام بلڪل آزاد ۽ پنهنجي ليکي رهندو، ڇاڪاڻ ته پيريائيءَ لاءِ ان جو آزاد هجڻ بنيادي ضرورت آهي. ايترو ضرور آهي ته صوبائي حڪومتن کي هن تي عمل ڪرڻ لاءِ ٿورو وقت ڏنو ويو آهي. هن يقين ڏياريو ته هي وڏو قدم آهي، ۽ هڪ دفعو منظوريءَ جو درجو ماڻي چڪو ته پوءِ آئندي حڪومت کي اها جرات نه ٿيندي جو ڪنهن به مرحلي تي ان تي عمل ڪرڻ کان انڪار ڪري يا ڪنڊ ڪڍائي. اهو اسان جي زندگيءَ جو معمول بڻجي ويندو. هن ايترو ضرور چيو ته هاڻي اڳتي پوليس جي ظلم ۽ انصاف جي ڪوتاهيءَ جون ڪهاڻيون ختم ٿي ويون گهرجن. اسان کي نئون باب کولڻو آهي.

ازانسواءِ، صدر صاحب هڪ مستقل قانوني ڪميشن قائم ڪرڻ جو به فيصلو ٻڌايو، جنهن جو سربراهه سپريم ڪورٽ جو ڪو جج هوندو. ان ڪميشن جو ڪم هوندو ته وقت جي ضرورتن مطابق قانونسازيءَ جو مشورو ڏئي ۽ مناسب صلاح مهيا ڪري. ان کان سواءِ ان ڳالهه جو به انتظام ڪيو ويو آهي ته هر ملزم تي ڇهن مهينن اندر ڪيس هلايو وڃي. ٻيءَ حالت ۾ ملزم چاهي ڪهڙيءَ به نوعيت جي ڪيس ۾ چو نه قائل هجي، هن کي ضمانت تي آزاد ڪرڻو پوندو.

آخر ۾ صدر صاحب چيو ته اسان پنهنجو پهر وهي ويا سين، هاڻي ججن صاحبن کي پنهنجي فرض ادائي ڪرڻي آهي، جنهن کان سواءِ انصاف قائم ٿي نه ٿو سگهي ۽ ڪيو آهي.

## بقايا: سماجي انصاف جو مثالي معاشرو

۽ نه ضرورت. پاڻ چيائون: هر مسلمان، ٻئي مسلمان جو ڀاءُ آهي، ۽ ڪنهن به شخص لاءِ ان جي ڀاءُ جو مال ايستائين حلال ناهي، جيستائين اهو خود پنهنجي مرضيءَ سان نه ڏئي: الله جا ٻانها، سڀ برابر آهن.

اسلام جي سماجي انصاف ۾ اهو به پسنديده نه هو ته ڪو ماڻهو مال اسباب کي ذخيرو ڪري رکندو رهي. مسلمانن کي عملي طرح اهڙي ئي تربيت ڏني ويئي ته ڪمايل توڙي جنگ ۾ هٿ آيل مال به گڏ ڪري رکڻ سٺي ڳالهه ناهي. پاڻ سڳورن وٽ توڙي اصحاب سڳورن کي جيڪو مال دولت هٿ ايندو هو، اهو هڪدم برابريءَ جي بنياد تي ورهائي ڇڏيندا هئا. مطلب ته حضور جن جي عملي تعليمات مطابق، سماجي انصاف تڏهن ئي وجود ۾ اچي سگهي ٿو، جڏهن ننڍي وڏائيءَ جو ويڇو وساري، هر ڪنهن کي روزگار ۽ زندگيءَ جي سهولت فراهم ڪري سگهجي. سماجي انصاف جو اهڙو مثالي معاشرو هڪ ڀيرو دنيا ۾ عملي طور قائم ٿي چڪو آهي. اهو اسلامي معاشرو هو، جيڪو حضور جن جي عمل ۽ تعليم جو نتيجو هو. سندن عمل ۽ تعليم اسان وٽ اڄ به موجود آهي، پر اسين ان جا بنياد وڃائي ويٺا آهيون.

# پاڪستان ۾ آئيني جدوجهد

شاهه بخش عباسي

ملڪ لاءِ آئين جي حيثيت اهڙي آهي، جهڙي سمنڊ ۾ هلندڙ جهاز ۾ سُڪان جي يا انساني جسم ۾ ڪرنگهي واري هڏي جي. هر قوم لاءِ آئين هڪ بنيادي ضرورت آهي، جنهن جي وسيلي عام ماڻهن جا حق ۽ جوابداريون سڃاڻي سگهجن ٿا.

ڪيڏي بدبختي هن ملڪ جي چئجي جو چوويهن سالن تائين اهو آئين جهڙيءَ اهم شي کان محروم رهيو، يا رکيو ويو.

هن سال جي ٢١-اپريل واري ڏينهن جي اهميت جو اندازو ان حقيقت مان ڪري سگهجي ٿو ته ان ڏينهن گذريل تيرهن سالن کان هلندڙ فوجي راج ختم ٿيو، ۽ ملڪ جي پهرين سڌيءَ طرح چونڊيل عوامي قومي اسيمبلي، صدر پاڪستان جناب ذوالفقار علي ڀٽي جي قيادت ۾ ويساهه رکندي، ملڪ ۽ قوم کي هڪ عارضي جمهوري نظام ڏنو. اهڙيءَ طرح هن ماضيءَ جا شڪ شبها ٽوڙي ڇڏيا ۽ ملڪ کي سياسي يقيني ڏئي ڇڏي. هيءَ ڪا معمولي ڳالهه نه آهي. چوويهن سالن جون غير يقيني سياسي حالتون ۽ غير محفوظ مستقبل وارا معاملا ختم ٿي ويا، ۽ هيءَ بدقسمت قوم هاڻي ان پوزيشن ۾ ٿي پئي ته هوءَ هڪ مُتي ٿي ملڪ جي ترقيءَ جي ڪم ۾ لڳي وڃي.

حقيقت هيءَ آهي ته انهن غير يقيني حالتن کي ختم ڪرڻ ۾ جتي سڀني جو ٿورو حصو آهي، اتي خود صدر ذوالفقار علي ڀٽي جي ڪوشش کي خصوصيت واري حيثيت آهي. آئيني حڪومت ۽ جمهوريت کي واپس آڻڻ لاءِ، جيڪا جدوجهد هن شخص ڪئي آهي ۽ ان جي نتيجي ۾ جن پريشانين جو هن مقابلو ڪيو آهي، تنهن جو مثال پاڪستان جي هن مختصر تاريخ ۾ ڳولڻ اجايو ٿيندو.

هونئن ته آئيني حڪومت قائم ڪرڻ جي جدوجهد ايتروئي پراڻي آهي، جيتري هن ملڪ جي تاريخ. ١٩٤٧ع ۾ پاڪستان ٺهيو، ۽ ان وقت ملڪ کي قائداعظم جي قيادت نصيب هئي. ليڪن بدقسمتي اهڙي جو ٻئي سال ان جو اوچتو انتقال ٿيو، ۽ ملڪ کي آئين ڏيڻ جو بار ٻئي مخلص ليڊر، لياقت علي خان جي ذمي ٿيو. ان وقت دوران ٿورو گهڻو بنيادي ڪم ٿيو، ۽ آئين جا اصول وغيره طي ٿيا، ليڪن شرارتن ۽ سازشن جون لڪل ڪوششون شروع ٿي چڪيون هيون. نتيجي ۾ لياقت علي خان کي شهيد ڪيو ويو. ان بعد سازش پٺيان سازش شروع ٿي وئي. مقصد هي هو ته ملڪ جي حڪومت جون واڳون ڪنهن طرح عوام کي

۽ ملن، ۽ هي همراهه ناني ويڙهو ٿاهي ٻاهه مڙا ماٺيندا رهن. ان وقت دوران عوام ۽ حاڪمن درميان خليج وسيع ٿيڻ شروع ٿي وئي، ۽ ١٩٥٤ع وارين چونڊن ۾ سازشين کي ننگي ڪرڻ ۾، اوڀر پاڪستان جي عوام شروعات ڪئي. نتيجي ۾ ماڻهن جا بلڪل نوان نمائندا چونڊجي آيا، ۽ اڳوڻي قيادت ٽڙجي وئي. ٻئي طرف، اولهه پاڪستان ۾ ”آهي لائون، آهي چُڪهه“ وارو قصو رهيو ۽ اهي ئي پراڻا پاپي ڪڌن ڪرڪوتن ذريعي چونڊجي آيا. حقيقت هيءَ آهي ته هڪ طرف نمائنده قيادت هئي، ۽ ٻئي طرف غير نمائنده قيادت. ان کان به وڌيڪ افسوسناڪ حالت هيءَ هئي ته حڪومت ۾ اثر ۽ سازشن ۾ مهارت غير نمائنده قيادت کي هئي، جن پنهنجين چالاڪين سان اوڀر پاڪستان جي نمائنده اڳواڻيءَ کي اڀرڻ نه ڏنو. نمائنده حڪومت ٽوڙي وئي، ۽ قومي اسيمبلي ٻڪي وئي. هٿٺوڪيا ماڻهو آئي، غلام محمد گورنر جنرل حڪومت ڪرڻ شروع ڪئي. الله الله ڪري، ڪهڙي نه قسم جو آئين ١٩٥٦ع ۾ تيار ٿيو. ليڪن ان وقت تائين خود فوج ۾ سياسي لالچ منهن ڪڍيو، ۽ ايندڙ زماني جي افراتفريءَ جو سامان پيدا ٿي چڪو هو.

ان لنگڙي ٻولي آئين هيٺ، پهريون دفعو عام چونڊون ١٩٥٩ع جي شروع ۾ ٿيڻ واريون هيون، ليڪن سياسي حريفن کي ڪٿي ٿي اها ڳالهه وڻي. آڪٽوبر ١٩٥٨ع ۾، ايوب خان جي قيادت ۾، ان وقت جي گورنر جنرل اسڪندر مرزا جي اشاري تي فوجي انقلاب اچي ويو، جنهن جو عام ماڻهن ان ڪري خيرمقدم ڪيو جو هنن جي سياسي رانديگرن ۽ چورن مان جان ڇٽي. شروع ۾، فوجي حڪومت به اهو اثر ڏنو ته اها عوام جو ڏک درد دور ڪندي ۽ ملڪ ۾ صحيح جمهوريت آڻيندي. ليڪن وقت ثابت ڪيو ته اهو هڪ ڍونگ هو، جيڪو عوام کي ٻڌائي مٿانئن حڪومت ڪرڻ لاءِ بدترين نظام حڪومت مڙهيو ويو هو. ستم ظريفي وري هيءَ جو بنيادي جمهوريت ذريعي هڪ هٿٺوڪي اسيمبلي به ٺاهي وئي، هڪ آمرانه آئين به قوم کي مٿي ۾ هنيو ويو. مذاق وري ايڏو جو ان نام نهاد آئين هيٺ اليڪشن ڪرائي وئي، ۽ ڏنڊي جي زور تي مخالفن کي زير ڪيو ويو ۽ ڪوڙيون فتحون حاصل ڪيون ويون. حقيقت هيءَ آهي ته ان وقت تائين ملڪ جي سياسي قيادت زميندارن سان گڏ فوجين، صنعتڪارن ۽ ڪامورن جي هٿ ۾ اچي وئي هئي، جن گڏجي ٻئي ملڪ کي لٽيو.

ظاهر آهي ته هي حال هميشه رهڻ وارو نه هو. ماڻهن تاڙي ورتو ته هي ملڪ ڪهڙي پاسي وڃي رهيو آهي. جمهوريت جا پياسي هاڻي هر قسم جي قرباني ڏيڻ لاءِ ڪمر ڪشي ويٺا. اهڙن جوانن جي جٿي جي قيادت جناب ذوالفقار علي ڀٽو سنڀالي چڪو هو، ۽ ايوب جهڙي طاقتور آمر کي چئلينج ڪري چڪو هو. هي ڪم ظاهراً ڏاڍو ڏکيو نظر ٿي آيو، ليڪن ماڻهو وقت جي حڪومت کان ڪهڙو مايوس ٿي چڪا

هٿا ۽ ڀٽي طرف مخلص ۽ جرئتمند متبادل ليڊرشپ، جناب ذوالفقار علي ڀٽي جي شڪل ۾ دستياب هئي. ٿوري ئي وقت ۾ مخالفت هڪ طوفان جي شڪل اختيار ڪئي، ۽ فوجي آمر کي ميدان ڇڏڻو پيو.

ليڪن هن قوم جي بدقسمتي اتي ختم ٿيڻي نه هئي. ويندي ويندي، جنرل ايوب هن قوم تي هڪ ٻيو جنرل، يحيٰ خان ويهاري ويو، جنهن وري پنهنجي من ماني ڪرڻ شروع ڪري ڏني. باوجود هن نئين آمر جي زيادتن جي، قربانين ڏيڻ وارن جو قافلو هلندو رهيو. قيد ۽ بند ۾ آيا. شهري آزاديون به کسيون ويون. ڇا نه ٿيو؟ سڀ کان وڏيڪ، غلط پاليسين جي نتيجي ۾ ملڪ جو اڌ کان به گهڻو حصو وڃايو ويو، ۽ پاڪستان جا ۹۰ هزار بهادر سپاهي دشمن ملڪ جي قيدن ۾ وڃي ڦاٿا.

۲۰-ڊسمبر ۱۹۷۱ع جي ڏينهن کي وڏي اهميت حاصل آهي جو ان ڏينهن تي يحيٰ خان جهڙو بدترين آمر حڪومت جون واڳون ملڪ جي اڪثريت واريءَ جماعت جي اڳواڻ، جناب ذوالفقار علي ڀٽي جي حوالي ڪري ڀڳو. ڀڳو ڇا، وڃي صحيح هنڌ تي لڳو.

اها حقيت آهي ته ملڪ کي اهڙين مايوسين مان ڪڍي اميدن جي ڏڳ لائڻ جهڙو ڏکيو ڪم نئين صدر ذوالفقار علي ڀٽي صاحب، نهايت اڪمل نموني سرانجام ڏنو آهي. هر ميدان ۾ سڌارا آندا ويا. ليڪن جا ڳالهه سڀ کان اهم هئي، سا هئي هن بدقست قوم کي مارشل لا مان آجو ڪرڻ ۽ ملڪ کي جمهوري آئين ڏيڻ.

رڪارڊ شاهد آهي ته پنهنجين تقريرن ۽ تحريرن ۾ وقت بوقت جناب ڀٽو صاحب اهو يقين ڏيندو رهيو ته ضرورت کان هڪ منٽ به زياده دير تائين مارشل لا کي نه رکيو ويندو. ڀٽي صاحب جي جمهوريت پسنديءَ جو ثبوت ان کان وڏيڪ ٻيو ڪهڙو ملي سگهي ٿو ته باوجود قومي اسيمبليءَ جي ويساهه جي، ۽ باوجود ان جي ته ۱۴-آگسٽ تائين مارشل لا جاري رکڻ ۾ اڪثريت جو ساٿ سائس هو، هن ۲۱-اپريل تي مارشل لا ختم ڪرڻ جو اعلان ڪيو. ۱۴-اپريل تي قومي اسيمبليءَ جي اجلاس جو افتتاح ڪندي، صدر محترم چيو ته مون کي هڪ سؤ کان به زياده ميمبرن جي حمايت حاصل آهي ته مان ۱۴-آگسٽ تائين مارشل لا جاري رکان. ان سلسلي ۾ هن چيو ته مان خصوصيت سان ٻين پارٽين جي ميمبرن جو ٿورائتو آهيان، جن منهنجي قيادت ۾ ويساهه ڏيکاريو آهي، ۽ مون کي صحيح فيصلي جو اهل سمجهيو آهي. ”مون کي يقين آهي ته ضرورت کان هڪ ڏينهن زياده مارشل لا نه رهڻ ڏيندس.“ ان کان پوءِ پوري ايوان جي تاڙين جي گونج ۾، صدر صاحب ۲۱-اپريل کان مارشل لا ختم ڪرڻ جو اعلان ڪيو — رکيو ان شرط تي ته ملڪ ۾ آئيني خال پيدا ٿيڻ کان بچڻ لاءِ، اسيمبليءَ اڳيان آندل آئين پاس ڪيو وڃي.

خدا جي فضل سان اهو آئين پاس ٿي ويو، ۽ ۲۱-اپريل تي مارشل لا جي لعنت کان هي ملڪ هميشه لاءِ آجو ٿي ويو ۽ جمهوري ۽

آئيني راڄ شروع ٿي ويو.

سڄي ملڪ ۾ خوشيءَ جي لهر پيدا ٿي وئي، ۽ ان ڏينهن کي شاناٿي نموني ملهائڻ لاءِ صدر صاحب خود پنهنجي طرفان عوام آڏو قسم کڻڻ جي رسم جي رٿ ڏني، جنهن جي هرڪنهن حمايت ڪئي.

اهڙيءَ طرح، ٢١-اپريل تي سڄي ملڪ جي اسيمبليءَ ۽ لک عوام جي عام جلسي ۾، جناب ذوالفقار علي ڀٽي نئين آئين هيٺ صدارتي ذميداريءَ جي قسم ادائگي ڪئي. هن جلسي جي تاريخي حيثيت ان ڪري به آهي ته دور دراز جا ماڻهو، پشاور کان وٺي ڪراچيءَ تائين، راولپنڊيءَ پهتا ۽ پنهنجي هردلعزيز صدر جي ڪلهي عام حلف کڻڻ واريءَ رسم کي اکين سان ڏٺو ۽ ڪنن سان ٻڌو. خود اهڙو موقعو هن قوم جي تاريخ ۾ پهريون دفعو آيو آهي.

ان موقعي تي صدر صاحب فرمايو ته هو ملڪ جي وحدت ۽ اتفاق قائم رکڻ لاءِ پشاور کان ڪراچيءَ تائين سفر ڪندو. هن چيو ته هو اڪيلي سر ايڏي وڏي ذميداري نٿو پوري ڪري سگهي. هن ٻڌايو ته جيڪڏهن مارشل لا کي هميشه لاءِ ختم ڪرڻو آهي ته جمهوري روايتن کي جنم ڏيڻو پوندو، سياسي برداشت جو مادو پيدا ڪرڻو پوندو، هڪٻئي سان هٿ هٿ ۾ ڏئي هلڻو پوندو، ۽ آئين جو تحفظ ڪرڻو پوندو. اهڙيءَ طرح، ٢١-اپريل تي اسان جي آئيني زندگيءَ جو سفر راولپنڊيءَ جي ريس ڪورس کان شروع ٿيو.

نئون آواز

# عوامي شاعر محمد ابراهيم "منشي"

محمد ابراهيم "منشيءَ" جو نالو سنڌي شاعريءَ جي دنيا ۾ اڃا نئون پيو ڀانئجي، پر سندس شاعريءَ جي زور ۽ عوامي انداز کي ڏسندي، ڪجھ ئي ڏينهن ۾ ته کيس جلد ئي جوڳي مقبوليت ملڻ واري آهي. ڀاڻ هاري آهي، تنهنڪري سندس ٻولي، موضوع ۽ انداز عوامي آهن. سندس شاعريءَ جو نوع محمد خان مجيديءَ ۽ سرويچ سجاوليءَ وارو، تنهن ۽ سجاول پاسي جي شاعرن وارو خاص نوع آهي—بحر ڊگھو، ٻولي تيز لاڙي، تجنيس ۽ ترنم سان ڀريل. هي نئون آواز اميد ته سنڌي ادب ۾ اهم اضافي جو باعث ٿيندو.

پيءُ جو نالو محمد اسحاق، ذات جو سومرو، جنم ۽ رهائش ڳوٺ جنهاڻ سومرو تعلقو ٽنڊو محمد خان، جنم جو سال ۱۹۳۴ع. سندس والد به هڪ سٺو صفت-گو شاعر هو، جنهن جو ڪلام ڪافي مولودي پڙهندا آهن. ٻارهن سالن جي ڄمار ۾، پنجون درجو سنڌي پڙهندو هو ته والد وفات ڪري ويس، تنهنڪري وڌيڪ پڙهي نه سگھيو ۽ سڄي ڪٽنب جي بار سنڀالڻ لاءِ مختلف پورهيا ڪندو رهيو. هڪ ٺيڪيدار وٽ منشي ٿي رهيو، تنهنڪري "منشي" مشهور ٿي ويو ۽ اهو ئي تخلص ڪرڻو پيس. ۱۹۵۲ع کان پنهنجي ٿي ايڪڙ مائٽاڻي زمين سنڀالي، هاري ٿي ويهي رهيو. پنهنجي ننڍي پاڻ جي شراڪت سان، پنهنجي هٿ جي پوکيءَ تي گذارو ڪري رهيو آهي. زميداري ظلم خلاف شاعري ڪرڻ جي سيکت طور، دنگئي وڏيرن اڪثر پيرا سندس پنيءَ جو پاڻي بند ڪري ڇڏيو. ان ڳالهه کيس ڏاڍ خلاف عملي ڪم ڪرڻ تي اڀاريو، ۽ ۱۹۷۰ع وارين عام چونڊن ۾ هن پيپلس پارٽيءَ جي ڪارڪن سان گڏجي، ساندهه چار مهينا، ضلعي حيدرآباد، ٺٽي ۽ نوابشاهه جو گشت ڪيو ۽ جلسن جلوسن ۾ پنهنجي اندر جا آدما ظاهر ڪيا. انهيءَ موقعي تي

سگهه، عوامي نظم، پنهنجي خرچ سان، "پيغام مظلوم" نالي ڇپائي پڌرا ڪيائين. ۱۹۷۰ع ۾ ٻي، نظمن جو ٻيو مجموعو، "وکهه جا وريام"، شايع ڪيائين. لاڙ جي وڏي شاعر، حاجي احمد ملاح جي شاعريءَ کان متاثر ٿي، سندس ئي همٿائڻ تي، ۱۹۵۰ع کان شاعري ڪري رهيو آهي. ملاح مرحوم سندس والد جو استاد هو. پاڻ شاعريءَ ۾ اصلاح علي محمد "سپاهيءَ" کان ورتائين. آواز سريلو اٿس، ۽ جڏهن پنهنجو ڪلام ڳائي ٻڌائيندو آهي ته ٻڌڻ واري جي دل ۾ جوش ۽ همت يا ڏک ۽ ڏمر جا جذبا شدت سان اڀري ايندا آهن. سندس ڪي بيت، نظم ۽ ڪافيون پيش ڪجن ٿيون. — ش. ح.

## بيت

مستيءَ وانگي سنڌ، پيئي پڪاري پاهڻين،
سڪائي ساٿا ڪيا، سورن جنهن جا سنڌ،
ڀريو ڀڙڪيو پاڻون ڪيڏي، هيڏي هرڪنهن هنڌ،
ڪڏهن ڪٽندا ڪنڌ، ويرين مٿان واهرو.

سنڌ مستيءَ جيئن سور، سٺا ڏارئين سڳ ۾،
باهيون ڏئي پنهور کي، ڏير ويا ٿي ڏور،
پنهل ڪارڻ پور، پيئي پچائي پٻ ۾.

ڏارين کي ڏوئي، جنهن ڏنا سڄائي سانگ،
تن پيلي ڪيا پڙپانگ، پنگا پيٺيون پاڳئين.

سبق ڏئي سنسار کي، هليا سنڌ ۾ سنواري،
جيجل جوانن کي، اڄ ۾ اوساري،
صحيح پٽ سو سنهنجو، جو دودي دل ڏاري،
ڏيچ ۾ بخشيان تنهن کي، جو سوزي سنواري،
مانجهي ٿي ماري، دشمن پنهنجي ديس جا.

## ڪارونجهر ڪان ڪينجهر تائين

ڪارونجهر ڪان ڪينجهر تائين، ڪيٽي بندر کان ڪشمور،
موتين کان هي ملڪ سڄو آ مارن جو، ۽ مارو مور.

هن ۾ هاري ان آهائن، جن جا سونن جهڙا سنگ،

هن جا مالهو محبت پريا، ناز منجهان ته نيائن ننگ،

هن ۾ جهوپا جهانگيڙن جا، هن ۾ جهونگارون جهر جهنگ،

ڪافي وائي بيت جمالو، ۽ پيا ٻڌندي چُرندي چنگ،

خلد برابر هن ۾ خوبيون، ۽ پيا روپ رسيلا رنگ،

دنيا ساريءَ ۾، اي دلبر، ديس سندم جو ناهي دنگ،

سنڌ سچيءَ جي سينڌ سنڌو اُ جنهن ۾ گهاتو
ڪن ڌا گهور....

منڙن منڙن پولن وارن، ماڪوندن جا هن
۾ ماڪ،

پاڪ پليرين پاڪياڻين جا، پاڻو هن ۾ پاڪيئين
پاڪ،

هرهڪ ونڙي پنهنجي ورسان، ويٺي لئون
لڳائي لاڪ،

جنڊ اسر جو جيڏين جوليا، چڻ ڪنهن راڻو
ڳايو راڳ،

پاڻيءَ ويل پنوهاريون پاڻ ۾، چوڙيلين ڪن
چرچا چاڪ،

پوڙ پلاهه ڪي پن ڏيئي هو، سادا سانگي
آئين ساڪ،

سرءَ سياري سانوڻ جو، تن سانگين ناهي
هينئڙي هور....

مشڪ ڪتوريءَ ڪان به مٺيري، هن جي
خوشبوءَ ۾ آ خاڪ،

باڪ ڦٽيءَ جو وڻ ٽڻ واسي، هن جي موتين
جهڙي ماڪ،

هن ۾ ڏر ڀر ڏڏڪاريون ۽ هن ۾ ڏاريلين
جا ڏاڪ،

هن ۾ باغ بهاريون برسر، هن ۾ بلبل سي
پيپاڪ،

هن ۾ مانجهي مرد مٺير ۽ هن ۾ ڏوپارن جي
ڏاڪ،

هن ۾ سانگي سادا سودا، ڏاها پورا دل جا
پاڪ،

هن ۾ وارا ويا وچائي شينهن، جهڙا ڪئين
شهزور....

هن ۾ سچل، سامي، سانوڻ، هن ۾
شاهه پٽائي گهوٽ،

هن ۾ دودا، دريا خان ۽ پيا پي ارڏا ڪئين
اٽموٽ،

هن ۾ صوفي، هن ۾ صادق، هن ۾ عاشق
ورتئون اوٽ،

هن ۾ راڻا، راءِ ڏياچ ۽ هن ۾ چايا ڪئين
چاموٽ،

هن ۾ سهڻي، هن ۾ سسئي، هن ۾ مشهور مارئي
موٽ،

هن ۾ عاشق اهڙا ٿي ويا، جهڙو عاشق
چنڊ چڪور....

دنيا ۾ هي دنگ اٿيئي، ماروئڙا مهمان نواز،
آيل کي هو عزت ڏيندا، آڌرڀاءَ سان ڪن آغاز،
پاڻ نه هوندي، پاڙي پٽ تي مهمانن جو رکندا
راز،
پنهنجي ريت پراڻيءَ کي هو اڄ به نياڻن
ڏادي ناز،
رات سڄي ڪن ريجهه رهاڻيون، الغوزن جا
آت آواز،
پيچ پنيءَ بوٽيدا پون-پون، چنگ چرن پيا
سينڌيون ساز،
بيت ڪچهارت، هلي همرچو، ۽ پيا ڏين ڏاها
ڏور....

هت نه لايون لابارا ۽ چيٽ ڪتيءَ ۾ چونڊا
جام،
ڪاهڙ ساروڪيت ڪرا ۽ سهٽي ساوڪ صبوح شام،
چونڊي ميڙي چوڙيلين ڪن، ڳگدامن لئه
گاهه گدام،

پاڄهر ساريون جَتو ۽ جوئر، ڪٽڪ مَٽر
هت مهر مدام،
ڪونجن وانگي ڪري قطارون، وچينءَ
وريون گوريون گام،
چال چگيءَ سان چالون ميڙيو، چونريون
پرين البت عام،
پٽيون نپرين پيار سنجهان، سي پٽيان تن جي
لاهيو لور....

اجرڪ پٽڪو، ستڻ ۽ سدري، آهي وڙاتو
وانگين ويس،
گج ۽ گربيون، لاڪيون لويون، ڪاهڙ وارين
ڪتيون ڪيس،
قابل هت ڪرڙات قرب سان ڏاڍا ڏاڙهين
ڪن ٿا ڪيس،
هرهنڌ پڌندين هاڪ هنن جي، دنيا ۾ تون
ديسان ديس،
پرت پريو هت پوريون پائن، چولن تي چيٽ
لايو ليس،
هن ۾ گهوڙن گهوٽ چڙهيو ڪن راڻا ريس
منجهان ٿا ريس،
هن ۾ ميلا، ميلا، هن ۾ منڇر ميائي، ڪاڪ
پنيور....

چنڊ ڏسي آڪاڙ جو آپ ۾، هارين هرلا
چاڙهيا نار،
ٻنا پڌيو ڪن پروٽيون، ڪاڏين ويٺا پيڙا پار،
پاڙوڏا ڪي پوڙ وهن، ڪو ٽانگڙ مال
ڪسي مالار،
پاڙڇ پلٽي نمندا نيسر، پاڻي آچلن پرئين پار،
جوڳن ۾ آت جنگ وهن جي ٿلها ڏاگها
ٿوهيدار،
چم-چم چيرون چٽڪارون ڪن، متنهان
مارن مزڙيدار،
راتو ڏينهان ريج ڪريو سي چٽيو چڏن
ڏنڊيون ڏور....

ساون ۾ هت دريا دهشت، پيلا پوڙي،
پوڙي پيٽ،
پاڻي پسندي ڪنڌي ڪناري، تم ترايون،
ڪيٽيون ڪيٽ،
اسو آيو، اتر سعيو، پاڻي وڻندو دريا پيٽ،
ريج اڃي ۽ رنگ رچي، ات رانيل ساوڪ
سارو ريٽ،
ڪاهڙ وارا ڪيڙي تنهن ۾، چوڏاري ڪن
چگرا چيٽ،
چانهيون گدرا مگ مڪائي، پلو تنهن ۾
پيندو پيٽ،
ڪونجون ڪٽڪن ڪيڻن تي ۽ جهانگين
جهنگل منجهه جهڪور....

مصريءَ ماکيءَ کان ٻه مٺي آ، "منشي"،
سهڻي ساري سنڌ،
پوريءَ دنيا ۾ نه پريرو آهي پنهنجي
پياري سنڌ،
هن جي ٻولي پاڄهاري ۽ جيجل جيءَ
جياري سنڌ،
نيڪ نمائي نهٺي نازڪ، نور پريل هيءَ
نياري سنڌ،
ظالم ويا ڪئين زور لڳائي، وانگين ور ڏني
واري سنڌ،

هرهڪ پنوهر سان هميشه پت هن پوري
پاري سنڌ،
هن جي سڌ تي ماڻهو مرندا لک هزارين
مانجهي مور.....

## سانگيئڙن جا سور

پاپاڻن جا پار پتري ۽ ڪير پڏائي، پرندا
ڪيسين؟
ٻوٽ مٿي هن جيجل جا هي ڳاڙها ڳوڙها
ڳڙندا ڪيسين؟

پورهيتن جو پڳهريل ڏيل ڏسي تو
ڏيل ڏري،
ڪامي وارو ماسي مان هي پورهيت پوري
ڪيئن ڪري؟
سارو مهينو سٽ رپيا، هو انگ ڍڪي يا
پيٽ پري؟
ڳالهيون ڳٽيو ڳيرن جيون هو ڳتين ۽ پيو
روز ڳري:
اي سنڌ امڙ جا سانگيئڙا، هي سور ڀلا چڻ
چرندا ڪيسين؟

ليڙ لٽن ۽ لڳ لڪائي، لڄ-پري ڪيئن
لال پري؟
وار سڪي جنهن وينيا ٿي ويا، ناهي طاقت
تيل تري،
وهر منجهان ٿي الٽي واندي، ڳهري وڏيرو
گاهه پري،
هيءَ ٻه ته ڪنهن جي چائي آهي، سوچي
ظالم ڏس ته ذري:
پاهه پکن پنهوار ڪيا، سي پاروئن تي پرندا
ڪيسين؟

جهانگيئڙن جو جهوپو خالي، آيو وهرڻ
سپ عيال،
ڪارا گورا پار اگهاڙا، وينگس ويڙهيل
هڪڙي وال،
گوڏن تائين گپ ۽ پريل، پار پيا سپ
هيٺي حال،
ڪاوڙ مان ڪمدار پريان اچي ڪاندر سان
ڪندو قيل مقال:
جهور جهڪيل هي جهانگيڙا هن جهوپن ۽
پيا جهرندا ڪيسين؟

چانپ اتر ۽ چنڙي هيٺان چورن جي ڏس
چانگ، الا،
واءُ اتر جي آهن ويڙهيا، ويڙهيل چڻ ڪو
نانگ، الا،
ڪاڙهي ڪاڙهيا سرديءَ ساڙيا، سانگين
سورن سانگ، الا،
حال هنجن جو هيٺو هت ۽ ڪوڏ پيا ڪن
ڪانگ، الا،
مار انهيءَ ۽ ساروڻڙا هي مارون ڪائي مرندا
ڪيسين؟

سارو ڏينهن تغاري سر تي، پيءُ پٽ، شام جو
رپيا چار،
پيٽ پکيا ۽ انگ اگهاڙا، گهر جا پاتي،
پارهن پار،
تن مان ڪي معصوم مدي ۽ ڪن کي
پک ڪيو بيمار،
حال ڏسي تن حيرت پريو آيل روئي
ڏئي اوڇنگار:
دوزخ جهڙيءَ اڻ دنيا ۾ سانگي سادا سڙندا
ڪيسين؟

پارهي تي ڏس پاپاڻن جا پارهن سالن وارا پار،
پيٽ ڳنڍي ۽ پنج رپيا هٿ آهي ماڻهوءَ
جو ماهوار،
ڪنهن جون عيدون ڪنهن جون شاديون،
هي ته هميشه ڏورن پار.
سڀ رپين ۾ سال سمورو گروي پٽ تي
گار جي وار:
ڪوس اهڙي ۾، "منشي"، آخر ڪلها
ڪنهن جا ڪڙهندا ڪيسين؟

## تو ڇا نہ ڏٺو

تو ڇا نہ ڏٺو آ، ڇا مان چوان، اي سنڌ اچا،
اي سنڌ اچا!

تو پڌ ڌرم جا پار ڏٺا، تو ڏاهر جا ڏهڪار ڏٺا،
تو پنهنجن جا هٿ پار ڏٺا، تو ڌارين جا
ڌڌڪار ڏٺا،
تو ڪوپا ڪلنگيدار ڏٺا، تو سورهيه ڪئين
سالار ڏٺا،
مان پيار مان تنهنجا پير چمان، اي سنڌ اچا،
اي سنڌ اچا....

تو عرب ڏٺا، ارغون ڏٺا، تو پنهنجا ٽيندي
خون ڏٺا،
تو وحشي مدد ملعون ڏٺا، تو مانجهي ڪئين
مدفون ڏٺا،
تو غازي گونا گون ڏٺا، تو محبت جا مجنون ڏٺا،
مان صدقي تنهنجي جيئڻ مٿان، اي سنڌ اچا،
اي سنڌ اچا....

تو بيگ ڏٺا، ترخان ڏٺا، تو خونِ پياسا
خان ڏٺا،
تو گهوڙن جا گهمسان ڏٺا، تو ميري ۾ ع
مهمان ڏٺا،
تو جوانن جا جولان ڏٺا، تو شهزادا ذيشان ڏٺا،
تو سانڀيا سيني سورنهان: اي سنڌ اچا،
اي سنڌ اچا....

تو دودا دنگ دلير ڏٺا، تو ننگر پارا شير ڏٺا،
تو خلجي ٽيندي ڍير ڏٺا، تو پوچا چنيسر پير ڏٺا،
تو طلوع ڏٺا، انڌير ڏٺا، تو ظالم ٽيندي
زير ڏٺا،
تو روپ ڏٺا ڪئين روان دوان: اي سنڌ اچا،
اي سنڌ اچا....

تو سما ڪئين سلطان ڏٺا، تو دولهہ دريا خان
ڏٺا،
تو حاڪم ڪئين حيران ڏٺا، تو وسندل
ڪئين ويران ڏٺا،
تو ارڏا ڪئين افغان ڏٺا، تو قدرت جا ڪئين
شان ڏٺا،
تو ڏٺا تماچي سپڙ سمان: اي سنڌ اچا،
اي سنڌ اچا....

تو مغلن جا معيار ڏٺا، تو بابر ڪئين
برباد ڏٺا،
تو اڪبر دين ايجاد ڏٺا، تو اورنگزيب
آباد ڏٺا،
تو شاهجهان ڪئين شاد ڏٺا، تو ڪسندي
ظفر اولاد ڏٺا،
تو سرمد سوريءَ ڏٺو عيان: اي سنڌ اچا،
اي سنڌ اچا....

تو ڪلهوڙا ۽ مير ڏٺا، شهباز پٺاڻي پير ڏٺا،
تو فتح جهڙا ته فقير ڏٺا، تو وڏا وڏا ڪئين وير ڏٺا،
تو غريب ڏٺا، تو امير ڏٺا، تو دانا ڪئين دلگير ڏٺا،
تو سورن شاهد ڙمين زمان: اي سنڌ اچا، اي سنڌ اچا....

تو فن فرعوني فرنگ ڏٺا، سي دل پليت تو دنگ ڏٺا،
تو آڙيڪلپ اڙهنگ ڏٺا، تو وانگين پوندي ونگ ڏٺا،
تو هنج ڏٺا، تو ڪنگ ڏٺا، تو دنيا جا ڪئين رنگ ڏٺا،
چا تنهنجو زبان هي ڪري بيان: اي سنڌ اچا، اي سنڌ اچا....

اي "منشي"، آخر مرڻو آ، وري ويس مٽائي ورڻو آ،
هڪ پير نه پٺتي پرڻو آ، سو چئبو جيڪي چوڻو آ،
ڪو سور نه هاڻي سهڻو آ، جو بنيو آ سو ڏهڻو آ،
تو مٽيءَ کي من مان ڏيان: اي سنڌ اچا، اي سنڌ اچا....

## ڪافيون

*

ڪاهوڙين جي ڪير، رنگپور ڏي ٿي رات رواني.
هنڙي هتي جو هَل ڪنيائون، ڳيرب ڳاءِ سڀ ڳل ڪيائون،
دم نه ڪيائون دير، فرق ڪيئي ٿئا فڪر ۽ فاني.
جيءَ ۽ جڳائي جوت جمالي، حاصل ڪيف ڪيائون ڪمالي،
ماٺي سريءَ جو سير، هڪل اناالحق ڪيائون حقاني.
ڏٺ لڏائون ڏونگر ڏوري، ڇڏن پرانهون، آيا نه اوري،
جيت نه پکيءَ جو پير، ماڳ انهيءَ ٿيا مرد مڪاني.
پيرين پرائيون چنل چالون، ڳالهاڻن پيا ڳجهيون ڳالهيون،
ڪير سڃاڻي، سي ڪير، صورت صاف صفا سلطاني.
"منشي" مخفي مام انهن جو، نينهن نشون هر شام انهن جو،
هئو-هئو سندي تن هير، ڪتڏڙو ڪوري ڪن قرباني.

*

عمر ملڪ منهنجو وٺو واريا سو،
پيو رات پلئي پنوهارن جو پاسو.

پنهون پرهه ڏيئي پهرايون پنوهارن،
ٿڌي ٿر ٿاريليون چنون چڪ چارن،
وريو واءُ وطن تي چگو اڄ چوماسو.

سيتم رات لوليون ڳنوارن جي ڳاہون،
پٽن پر ميهارن رهاڻيون رچايون،
اتي مون کي پهچاءِ، نه ٿي بيقياسو.

ڪٿيس تنهنجي ڪونين مان ڪونديءَ
ساريان،
ڪاڳيون ڪم ڪاڳان ڪٿيو ڏيل ڪاريان،
تنهنجي ماڙين من، پکن جو پياسو.

تنهنجا سون سڀ سومرين کي سونهن ٿا،
نہ هي ويس تنهنجا ويڙهيچن وڻن ٿا،
مٺو "منشي" مارن جي محبت جو ماسو.

*

مري ماءُ ويندس، سامونڊين کي ساري،
ڪڏهن ايندا موٽي، وطن واڪ واري!

چڙهي سون چڙهي ويا وڻجارا وڇوڙي،
مڪي پنهنجيون ڪڙيون، ويا مونا موڙي،
اوتهي مان انهن کي الله شل آڪاري....

سچا تڙ سامونڊي ڪري ڪالهہ هليا،
جهليم جهول پائي، مگر ڪين جهليا،
چڙهيم رات روئي گوندر ۾ گذاري....

اڃا ڪالهہ ڊولي لڏيون سون سان لائون،
فراقن قريس، اڄ ڪريان درد دانهون،
اکيون آسري ۾ ٽڪيون سون نهاري....

اتر منڊ آئي، رولي ٿيا روانا،
انهن ري بازاريون بندر سڀ بيگانا،
مون کي "منشي" تن جي محبت ٿي ماري....

*

مون کي تو ۾ اميدون وڏيون،
تون ٿي جيارين جانبَ جڏيون.

پرين پياسون تنهنجي پناري،
در تنهنجو ڪيئن دلبر ڇڏيون.

پاڻ سڄاڻ تون پاڻ کي پنهنجو،
ڏس نہ اسان جيون راڳل رَڏيون.

توکي ڇڏي اسين عيبن پريا،
ڪنهن ٻئي کي ساڄن سڏيون.

"منشيءَ" تنهنجي مهر ڏسي هتي،
اڏيون گناهن مڏيون.

## سنڌيءَ جو سڀ کان سٺو رسالو

# نئين زندگي

### باتصوير ماهنامو

علم ادب، تاريخ، ثقافت، سائنس، آرٽ، تعليم، صحت، زراعت، هنر، تنقيد ۽ قومي معاملن بابت معلومات ۽ مطالعي جو پنڊار

* چوويهن سالن کان هر مهيني شايع ٿيندڙ.
* سنڌيءَ جي سڀني رسالن کان جهونو.
* سڀني رسالن کان وڌيڪ ڇپجندڙ.
* سڀني رسالن کان وڌيڪ وڪرو ٿيندڙ.
* سڀني رسالن کان وڌيڪ سهانگو.

سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پهچندڙ، تعليميافته گهراڻن جي مقبول مخزن

## نئين زندگي

سنڌ ۾ پاڪستان کان ٻاهر ولائت تائين پهچي ٿي.

نئين زندگي خريد ڪري، سنڌي ادب جي سرپرستي ڪريو.

نئين زندگيءَ ۾ اشتهار ڏيئي، پنهنجي واپار کي وڌايو.

قيمت في پرچو ۵۰ پئسا. ساليانو چندو ۵-۵۰ رپيا.

هيٺينءَ ائڊريس تي چندو مني آرڊر ڪري، سالياڻا خريدار ٿيو:

**بزنيس مئنيجر**
**پاڪستان پبليڪيشنس**
**پوسٽ باڪس ۱۸۳، ڪراچي**







ايڊيٽر "نئين زندگي"، ٿرپارڪر جي مشهور سماجي ڪارڪن مسڪين جهان خان کوسي کان ڏڪار ۾ ورتل ٿرين جو احوال وٺي رهيو آهي. ساڄي پاسي ٻيو سماجي ڪارڪن يوسف لغاري ويٺل آهي.

















## جنگ جا ڏُڪار ۾ ورتل ٿَري

ايڊيٽر "نئين زندگي"، گذريل فيبروري ۱۹۷۲ع ۾، ٿرپارڪر وڃي، ڏُڪار ۾ ورتل ٿَرين جي حالت ڏٺي. ان موقعي جون ڪجهه تصويرون هتي ڏنل آهن.







Regd.
S. No.
1194
'Naeen
Zindagi''
(Sindhi)
Vol. 25
No. 4,
April
1972.

آبيانو، ڍل، ٻيج جو خرچ ۽ سمورا ٽيڪس هاري نه،
بلڪ زمينن جا مالڪ پاڻ ڀريندا.



وڏن زميندارن کان جيڪا زمين ڇڏائي ويندي، اُها

# زرعي انقلاب

وسيلي ٻي زمين هارين کي ڏني ويندي.

ڇاپيندڙ: مستفيض احمد صديقي، انٽرنيشنل پريس، ميڪلوڊ روڊ، ڪراچي. (فون نمبر: ٢٣٩١١٢)

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ٻاڙي، ڪاٺُو، ٻاجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي کي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصي ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گـيـتَ بہِ ڄـڻ گـوريـلا آهـن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

ڄئن ڄئن ڄاڙ وڌي ٿي ڄَڳَ ۾، هـو ٻـوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريـتـيءَ تـي راتـاهـا ڪـن ٿـا، موتـي مَنجهہ پـهـاڙ ڇُـپـن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄـڪـلـهہ نـيـلا پـيـلا آهـن:

گـيـتَ بہِ ڄـڻ گـوريـلا آهـن........

... ... ... ...

هي بـيـتُ اَٿي، هي بَـم- گولو،

جيـڪي بہ ڪٽين، جيـڪي بہ ڪٽين!

مـون لاءِ ٻـنـهي ۾ فَـرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪلائي کي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڪلن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَـنَ نِصابي ڪـتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽـتر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها ٿوڙي نيرا، ساوا ٿوڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ

پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَـنَ پَـنَ جو پڙلاءُ“. ـ اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)